

**مون کان تہ جيڪي ٿي سگهيو اصلاح جي**
**ڪوشش ڪريان ٿو منهنجي توفيق**
**الله جي ئي طرف کان آهي**

سلسليوار

# الاصلاح

دادو

**ربيع الثاني١٤٣٧ھ جنوري 2016**

## الا صلاح پبليڪيشن دادو

# نعت رسول مقبول ﷺ

**حضرت علامه محمد طاهر عباسي المعروف**
**محبوب سچڻ سائين دامت برڪاته**

اسان تنهنجو ٿيو بخت بالا،
مِليو ياڳين مٿو مصطفيٰ آ،
ٿيندو حامي قبر ۾ حشر ۾،
مون کي پَڪ آ، سچڻ با وفا آ،

1: ڪيئن راڻو رُنو غارَ ۾ ٿِي،
رَبِ هَبَ لِيَ چيو يارَ پئي ٿِي،
ڪنيو سِرُ سجدي مان تڏهن جانِبَ،
بخشي ساري اُمت جڏ خدا آ،

2: سُهڻي عربيءَ جون هي سڀ وفائون،
اسان خاطر سَٺِيُون جَن جَفائون،
ڏِسي ڏاڍيون ڏِنگايون اسان جون،
ٿِيو تڏ بہ، نہ دلبر خُفا آ

3: آهي "طاهر عباسي" هي تنهنجو،
جنهن کي پيارا بنايو تو پنهنجو،
جهلِيُون ويٺو آهي تنهنجي دامن،
بئي در ڏي ڏِسڻ يي گناه آ



بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

اِنۡ اُرِیۡدُ اِلَّا الۡاِصۡلَاحَ مَا اسۡتَطَعۡتُ

Sequential سلسليوار

# AL-ISLAH الاصلاح

DADU دادو

شمارو پنجون:ربيع الثاني 1437ھ بمطابق جنوري 2016ع قيمت: 30 رپيا

سرپرست اعليٰ: سيدي مرشدي حضرت سچل سائين مدظله العالي

زير نگراني: حضرت صاحبزاده سائين جعفرصادق طاهر طاهري

چيف ايڊيٽر: حبيب الرحمٰن گبول طاهري

ايڊيٽر: نعمت الله قريشي

سب ايڊيٽر: عبدالله کوکر

معاون: ”وفا“ شر طاهري

ٻانهن ٻيلي: غلام مرتضيٰ چنڙ، ذوالفقار جوڻيجو، قاضي مشهود احمد قريشي،غلام نبي ميمڻ

## سہ ناءُ



مواد موڪلڻ لاءِ ايڊريس: وفا شر طاهري الاصلاح درگاهہ الله آباد شريف، کنڊيارو ضلع نوشهروفيروز 0301-8222602

رسالي گهرائڻ لاءِ: سرڪيوليشن مينيجر محمد بخش جوڻيجو طاهري 0300-3331703

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: وفا شر، ڪمپيوٽرلي آئوٽ ۽ ٽائيٽل ڊيزائين: مسعود علي ٻٽي

## مدير جي ميز تان.....

# مضمون نگاري

**مضمون** نگاري ۾ هر اها ڪوشش شامل آهي جنهن ۾ مضمون لکڻ وارو پنهنجي خيالات ۽ جذبات کي اهڙيءَ طرح ترتيب ڏئي ته جيئن پڙهندڙ ان جو مطلب، منشا ۽ جذبو بلڪل اهڙي طرح سمجهي جيئن خود لکندڙ سمجهي ٿو.

1: **خيالات ۾ اتحاد ۽ تسلسل**: يعني جنهن موضوع تي مضمون لکيو وڃي ان کان پاسيرو ٿي غير ضروري ڳالهين ۾ مبتلا ٿي موضوع جي مقصد کي نظرانداز نه ڪيو وڃي.

2: **ترتيب**: مضمون هڪ خاص ترتيب سان لکيو وڃي ته جيئن مقصد واضح ٿئي بغير سوچڻ سمجهڻ جي شروع ڪرڻ سان ترتيب ڪڏهن به درست نه ٿي ٿي سگهي.

3: **مضمون جي طوالت**: جيترو ممڪن ٿي سگهي مضمون زياده طويل نه لکڻ گهرجي.

4: **طرز تحرير**: الفاظ سليس (آسان) براه راست موضوع سان متعلق ۽ سنجيده هجڻ گهرجن.

5: **شخصي خيالات ۽ جذبات جو اظهار**: هر لکندڙ پنهنجي شخصي خيالات ۽ جذبات کي ضرور ظاهر ڪري ته جيئن ذاتي رجحان سان مضمون ۾ هڪ خاص رنگ پيدا ٿئي ۽ سندس خلوص نمايان نظر اچي.

ڪاپي ڪلچر لکڻ واري رجحان کي ڪاپاري ڌڪ هنيو آهي لهٰذا ر.ط.ج، ج.ا.م ۽ ج.ع. ط جي عهديدار و اراڪين کي گذارش آهي ته قلم کڻو تحريري ميدان ۾ به سيدي ومرشدي حضرت قبلہ عالم **محبوب سڄڻ سائين** مدظلہ العالي جن جي فيوض و برڪات سان قوم ۾ سجاڳي پيدا ڪيو. به ماهي **الطاهر** ۽ سلسليوار **الاصلاح** کي تنظيمي لٽريچر طور ڪتب آڻيو.



# چند خراب خصلتون



حضرت علامہ مولانا محمد عثمان جلباڻي طاهري

”ڇا ڏٺو توهان ان کي جيکو ڪوڙو ڄوي پيو دين کي، هي اهو شخص آهي جيڪو جهڻڪي ٿو يتيم کي ۽ نٿو رغبت ڏياري مسڪين کي طعام کارائڻ جي، پوءِ مصيبت آهي انهن نمازين جي لاءِ جيڪي پنهنجن نمازن ۾ ويسر ڪندڙ آهن، اهي ڏيکاءُ ڪن ٿا ۽ روڪن ٿا معمولي شين کان.“

هن سورة جو نالو **الماعون** آهي. هن ۾ ست آيتون آهن ۽ هڪ رڪوع آهي. هي سورة مڪي آهي ۽ بعض وٽ مدني آهي. پر انهيءَ ۾ توافق هن طرح ڪيو ويو آهي تہ پهريون ٽي آيتون مڪي ۽ پويون چار آيتون مدني آهن. هن سورة جي پهرين حصي ۾ مڪي جي مشرڪن ۽ ٻئي حصي ۾ مديني جي منافقن جو بيان آهي.

الله تعالیٰ پهرين حصي ۾ اهو فرمايو جيڪي دين کي ڪوڙو ڪن ٿا تہ ظاهر دين کي ڪوڙو ڪندڙ مڪي جا مشرڪ ئي هئا ۽ ٻي نشاني انهن جي تہ جيڪو مسڪينن کي جهڻڪي ۽ گهٽ وڌ ڇوي. اتي مفسرين مختلف ڪافرن جا نالا بيان ڪيا آهن پر اڪثر جو چوڻ آهي تہ هي آيت ابوجهل جي مذمت ۾ نازل ٿي آهي.

هڪ دفعي ڪو يتيم ڇوڪرو هن کان پنهنجي مائٽن جي ورثي مان ڪجهہ وٺڻ آيو ۽ انهيءَ جي حالت هيءَ هئي جو ڪپڙا بلڪل ڦاٽل هئا ڄڻ ڪہ ننگو هيو. جيئن جو هُن ابوجهل کان گُهريو تہ ابوجهل ڇوڪري کي سختي سان جهڻڪي موٽائي ڇڏيو، مال تہ نہ ڏنائين پر ماني بہ نہ کارايائين. الله تعالیٰ فرمايو تہ مسڪينن جي کاڌي کارائڻ لاءِ بہ رغبت نہ ٿو ڏياري. يعني پاڻ ڪنجوسائپ ڪندي ڪنهن مسڪين کي طعام نہ ٿا کارائين پر ٻين کي بہ ترغيب نہ ٿا ڏين. جڏهن تہ ٻين کي شوق ڏيارڻ ۾ هنن

جو ڪو بہ خرچ نہ ايندو.

وري ٻئي حصي ۾ الله تعاليٰ فرمايو انهن نمازين لاءِ مصيبت آهي جيڪي پنهنجي نمازن کان غفلت ڪندڙ آهن.

بعض مفسرن جو چوڻ آهي تہ هتي **مصلين** مان مراد عام آهي نماز نہ پڙهندڙ ۽ نماز ۾ سستي ڪندڙ. پر اڪثر مفسرن جو چوڻ آهي تہ هي آيتون منافقن جي باري ۾ آهن تہ قرآن ڪريم ۾ الله تعاليٰ **عن** جو لفظ بيان فرمايو آهي يعني انهن نمازين لاءِ مصيبت آهي جيڪي پنهنجي نمازن کان سستي ڪندڙ آهن ڇو تہ عربي گرامر جي لحاظ سان **عن** جو لفظ منهن موڙڻ ۽ نفرت جي لاءِ استعمال ٿيندو آهي تہ آيت جو مطلب هيءُ ٿيندو تہ جيڪي پنهنجن نمازن کان منهن موڙيندڙ ۽ نفرت ڪندڙ آهن انهن لاءِ مصيبت آهي. ڇو تہ منافق نمازن کان نفرت ڪندڙ آهن باقي مومن نماز کان نفرت ناهي ڪندو. ها سستي ۾ ان کان نماز رهجي ويندي آهي. جيڪڏهن آيت مان صرف مومن ئي مراد هجن ها تہ **عن** جو لفظ نہ اچي ها باقي ڪن مفسرن ان مان نماز ۾ سستي مراد ورتي آهي جيڪا مومنن کان بہ ٿي ويندي آهي.

پر اڪثر مفسرن جو چوڻ آهي تہ انهيءَ آيت مان فقط منافق مراد آهن اگر مومن مراد هجن ها تہ پوءِ **هم في صلاتهم** هجي ها ۽ **عن** نہ هجي ها. ڇو تہ مومن نماز کان انڪاري نہ هوندو آهي سستي جي ڪري نماز کان رهجي ويندوآهي ۽ جنهن جي تائيد ايندڙ آيت مان بہ ٿي رهي آهي. جنهن ۾ الله تعاليٰ فرمايو: "**الذين هم يرائون**" اهي جي رياڪاري ڪندا آهن يعني نماز جي معاملي ۾ غافل هجڻ سان گڏوگڏ اهي رياڪار بہ آهن ۽ ڪو بہ ڪم الله تعاليٰ جي رضامندي خاطر نہ ٿا ڪن ۽ خلوص نيتي کان تہ بلڪل محروم آهن ۽ جيڪي بہ نيڪي ڪن ٿا سا ماڻهن جي ڏيکارڻ خاطر ڪن ٿا تہ جيئن ماڻهو انهن کي نيڪ چون ۽ انهن جي عبادت کي ڏسي ماڻهن جي دلين ۾ انهن جي لاءِ عزت پيدا ٿئي.

”**ويمنعون الماعون**“ ۽ جيڪي معمولي شيون آهن اهي به ڪنهن کي نه ٿا ڏين ۽ ٻين کي به ڏيڻ کان روڪين ٿا جهڙوڪ لوڻ، مرچ، ڪوڏر ۽ کهاڙي وغيره انهن ننڍڙين شين کان روڪين ٿا جيڪي عام طور هڪ ٻئي کي ڏنيون وينديون آهن.

ياد رکڻ گهرجي ته ڪا به آيت يا سورة ڪنهن جي متعلق نازل ٿي آهي ته ان جو نالو نه ورتو ويندو آهي ان ڪري ته اهي وصفون جنهن ۾ به آهن اهو پاڻ مان اهي خراب وصفون ختم ڪري ڇڏي ۽ انهيءَ کان باز اچي ۽ توبه تائب ٿئي ته هت الله تعالىٰ به بعض نشانيون مشرڪن جون ته بعض نشانيون منافقن جون بيان فرمايون آهن. مثلاً دين کي ڪوڙو چوڻ ته دين کي ڪير به ڪوڙو چوي دين جي ڪنهن به رڪن کي ڪوڙو چئي تسليم نه ڪري ته اهو ڪافر آهي. پوءِ توڙي جو بظاهر مسلمان به سڏائي پر انهيءَ کي مسلمان نه مڃبو.

۽ اهڙي نموني سان مسڪين تي ڏاڍ ڪرڻ ۽ يتيمن جي سارسنڀال نه ڪرڻ اها به مشرڪن جي نشاني آهي ان جا طريقا مختلف آهن بهرحال اهابه ڪافرن جي نشاني آهي ۽ ڪبيرو گناهه آهي ۽ ڪبيرن گناهن جا مختلف درجا آهن. هڪڙا اصل ڪبيرا ٻيا وري باعتبار وڏي جي ننڍا ۽ باعتبار ننڍي (صغيري) جي وڏا (ڪبيرا) آهن ته اهڙي طرح نماز ۾ غفلت ڪرڻ يا ڏيکاءُ خاطر پڙهڻ پوءِ توڙي جو عقيدو صحيح اٿس يعني نماز کي ضروري ۽ فرض سمجهي ٿو ۽ نماز کي بيڪار نه ٿو چئي ته اهو ڪافر ته نه چئبو پر اها ڪافرن ۽ منافقن جي نشاني ضرور آهي. انهيءَ ڪري نماز کان غافل ۽ نماز ۾ سستي ڪندڙ هڪ وڏي گناهه جو ڪندڙ سمجهيو ويندو. تنهن ڪري ڪهڙو به عمل ڪجي ته اهو ماڻهن جي منهن تي به اهڙي طرح ادا ڪجي جيئن پنهنجي منهن سان ادا ڪجي.

الله تعالىٰ کان دعا آهي ته شال الله تعالىٰ اسان کي ڪامل ايمان جي دولت سان نوازي. **وما توفيقي الا بالله.**

# سيدنا غوث اعظم عبدالقادر جيلاني رضي الله عنه

**حضرت علامه مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري**

**مشهور** روايت مطابق سندن ولادت رمضان المبارڪ 70/471 مطابق مارچ 1078ع ۾ ايران جي گيلان يا نيف نالي هڪ ڳوٺ ۾ ٿي. سندن نالو عبدالقادر ۽ لقب محي الدين (دين جياريندڙ) آهي. سندن والد گرامي حضرت ابوصالح جنگي دوست، سندن والده ماجده حضرت فاطمه ۽ سندن نانو سڳورو حضرت عبدالله الصومعي رضي الله عنهم سيئي وقت جا ڪامل ولي هئا. ان ڪانسواءِ سندن ڏاڏاڻي توڙي ناناڻي خاندان ۾ ٻيا به ڪيترائي مرد ۽ عورتون صاحب ڪرامات ڪامل اولياء الله ان وقت به موجود هئا. ولادت کان سوين سال اڳ کان وني وقت جا غوث، قطب، سندن ولادت باسعادت ۽ ولايت وڪرامت جي خوشخبري ڪليل لفظن ۾ ٻڌائيندا آيا. جن مان چند بزرگن جا نالا هي آهن:

1: حضرت امام حسن عسڪري رضي الله عنه، جن وصال وقت پنهنجو جبو مبارڪ حضرت معروف ڪرخي رضي الله عنه کي ڏيندي وصيت ڪئي ته منهنجي هيءَ امانت پنجين صديءَ هجري ۾ پيدا ٿيندڙ قطب سيد عبدالقادر جيلانيءَ تائين پهچائجو. آخر مختلف واسطن سان اهو جبو شوال 497ھ ۾ حضرت غوث اعظم عليه الرحمة تائين پهتو. (پيران پير دستگير)

2: شيخ المشائخ حضرت جنيد بغدادي قدس سره جن به سئو سال اڳ سندن نالو عبدالقادر ۽ لقب محي الدين، جيلان ۾ ولادت ۽ بغداد ۾ رهائش جي خبر ڏني هئي.

3: حضرت ابوبڪر حماد عليه الرحمة سندن ولادت کان 32 سال اڳ وعظ ڪندي ڪشف، ڪيف ۽ مستيءَ جي عالم ۾ حاضرين مجلس کي سندن ولادت جي خوشخبري ٻڌائيندي هي به ٻڌايو ته : پاڻ الٰهي حڪم سان هڪ ڏينهن چوندا:

**قدمي هٰذه علىٰ رقبة كل ولي الله**

**(منهنجو هي قدم الله تعالىٰ جي هر وليءَ جي ڪنڌ تي آهي)**

4: شيخ ابوبڪر بطائحي، شيخ خليل بلخي ۽ بقول صاحب نزهة

الخواطر رحمة الله عليہ حضرت ابوعلي حسن بن يسار رحمة الله عليہ جي زماني کان وٺي حضرت غوث اعظم رضي الله عنہ جي زماني تائين جيڪي بہ بزرگ ٿي گذريا آهن انهن سيني سندن ظهور بابت بشارتون ڏنيون ۽ سندن اعلیٰ مرتبي جي تصديق ڪئي.

هيءَ حقيقت آهي تہ پاڻ مادرزاد ولي، بلڪ ولين جا بہ ولي ۽ ڄمندي ئي ڄام ۽ صاحبِ ڪرامت هئا. سندن پهرين ۽ ڄڳ مشهور ڪرامت هيءَ آهي تہ پاڻ رمضان المبارڪ ۾ ڏينهن جو والده جي ٿڃ نہ ورتائون. سيدن جي نومولود سرواڻ جي اها خبر ان وقت ئي ايتري تہ مشهور ٿي جو 30 رمضان المبارڪ تي جهڙالي موسم هجڻ ڪري چنڊ جي باري ۾ ڪو تصفيو ٿي نہ سگهيو. آخر ڏينهن ٿيڻ تي حضرت غوث اعظم عليہ الرحمة جي والده ماجده کان پڇيائون تہ: اڄ صبح جو ننڍڙي ڪير ورتو يا نہ؟ نہ سان جواب ملڻ تي سيني ڪي پڪ ٿي تہ اڄ رمضان ئي آهي. (قلائد الجواهر في مناقب سيدناعبدالقادر)

پاڻ پنجن سالن جا مس ٿيا تہ والد ماجد جو ظاهري سهارو موڪلائي ويو.۽ سندن تعليم وتربيت جو سمورو بار والده ماجده جي سر تي آيو.

پاڻ شروعاتي تعليم تہ اتي ئي حاصل ڪيائون،مگر اعلیٰ تعليم جي لاءِ غيبي اشارو (هڪ ڳئون جو ساڻن هم ڪلام ٿيڻ ۽ ايران کان حجاز تائين پردو کڄي وڃڻ ۽ اتاهون عرفات جي ميدان ۾ حاجين کي ڏسڻ) ملڻ سبب بغداد شريف ويا ان وقت سندن عمر ارڙهن سال ۽ سندن والده ماجده جي عمر انهتر سال هئي. سانئڻ پيرانہ سالي ۽ مسڪيني حال جي باوجود پنهنجي لائق فرزند کي خدمت جو حق معاف ڪري خوشيءَ ۽ دعائن سان پڙهڻ لاءِ روانو ڪيو. جتي پاڻ 8 سالن جي مختصر عرصي ۾ تيرنهن فنن تي ڪمال دسترس حاصل ڪيائون.

**طريقت ۽ تصوف:**

بغداد ۾ قيام دوران ۽ ان بعد پاڻ نہ صرف ظاهري علوم و فنون طرف متوجہ رهيا پر باطني ۽ روحاني علوم حاصل ڪرڻ لاءِ وقت جي ڪامل اڪمل بزرگن ۽ عارفن جي صحبت مان استاده پڻ ڪندا رهيا. جن مان شيخ ابوالوفا قاضي ابوسعيد

مبارڪ عليهما الرحمة زياده مشهورآهن.
## مجاهدانہ زندگي:
ظاهري علمن ۾ ڪمال حاصل ڪرڻ بعد باطني ترقي ۽ روحاني ڪمال لاءِ پاڻ مجاهدا ۽ رياضتون پڻ ڪيائون ايتري قدر جو 25 سال برابر عراق جي ويران برن ۽ جهنگلن ۾ اچ، بک جا ڏک سهي رات ڏينهن ذڪر اذڪار ۾ مشغول رهيا. چاليهہ سال برابر سومهڻيءَ جي وضوءَ سان فجر جي نماز ادا ڪندا رهيا.
الله تعالیٰ جي ذڪر ۽ ياد ۾ ڪين ايتري تہ محويت هوندي هئي جو ذڪر جي حرارت (گرمي) سبب سخت سرديءَ ۾ بہ ڪين گرمي ٿيندي هئي. توڙي جو سندن صحبتيءَ حضرت ابن خضر عليہ الرحمة جو چوڻ آهي تہ جڏهن بہ سياري ۾ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندو هئس تہ سندن بدن مان پگهر ٽمندو رهندو هو ۽ خادم ونجڻو هڻندو هو. جيئن گرمي ۾ هنيو ويندوآهي. حالانڪہ سخت سردي هوندي هئي. (قلائد الجواهر ص 65)
پاڻ اڪثر ڪري هفتي ۾ ٽي ڏينهن وعظ فرمائيندا هئا. جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن تہ حاضرين جو تعداد ستر هزار ڪي بہ پهچي ويندو هو. چار سؤ ڪن ڪاتب سندن ارشادات عاليہ قلمبند ڪندا هئا. مشهور روايتن موجب سندن مجلس ۾ رجال الغيب ۽ بي شمار جِنَّ پڻ حاضر ٿيندا هئا. هڪ لک کان وڌيڪ بدڪردار ماڻهو سندن دست حق پرست تي بيعت ٿي گناهن کان سچي طرح تائب ٿيا. جڏهن تہ پنج سؤ کان وڌيڪ غير مذهب، يهودي ۽ نصارا سندن بابرڪت هٿ تي مسلمان ٿيا هئا.
## وفات حسرت آيات:
پاڻ دين متين جي ظاهري ۽ باطني خدمتن ۾ عمرگذاري. 91 سالن جي عمر ۾ ملڪ بقا ڏانهن راهي ٿيا.
انا لله وانا اليه راجعون
وفات جي تاريخ ۾ مؤرخين جو اختلاف آهي. زياده مشهور روايت 11 ربيع الثاني سن 561هہ آهي. انهيءَ ڪري اسان جي سنڌ ۾ گهڻي ياگي ڪين يارهين وارو پير ڪري ڪونيو ويندو آهي.
(ڪتاب ماڻڪ موتي لال جي ٿورن سان)



# ترجمہ مڪتوب نمبر:22

# انسانيت جو عروج روحانيت سان آهي

شيخ الحديث والتفسير حضرت علامہ مولانا حبيب الرحمٰن گبول طاهري نقشبندي

**خلاصہ:** حضرت امام رباني مجدد و منور الف ثاني قدس سره هيءَ مڪتوب شيخ عبدالمجيد بن شيخ محمد مفتي لاهوري رحمة الله عليہ ڏانهن تحرير فرمايو آهي، ان ۾ پاڻ روح ۽ نفس جي پاڻ ۾ تعلق، انهن ٻنهي جو عروج ۽ نزول، جسدي ۽ روحاني فنا ۽ بقا، مغلوب الحال ۽ دعوةوارشاد ڏي متوجہ بزرگن ۾ فرق جو بيان فرمايو آهي:

**عبارت مڪتوب: سُبۡحَانَ مَنۡ جَمَعَ بَيۡنَ النُوۡرِ وَالظُلۡمَةِ...**

**ترجمو:** پاڪ آهي اها ذات جنهن نور (روح) کي ظلمة (نفس) سان گڏ ڪيو ۽ لامڪاني کي جيڪو جهت يعني طرف کان پاڪ آهي، ان کي مڪاني سان ملايو، جيڪو جهت ۾ موجودآهي ۽ ظلمت کي نور جي لاءِ محبوب بڻايو، جيڪو ان تي عاشق ٿيو ۽ ڪمال محبت جي ڪري ان سان گڏجي ويو، جيئن ان تعلق جي ڪري سندس روشني ۾ واڌارو اچي ۽ ظلمت سان گڏ رهڻ جي ڪري سندس صفائي مڪمل ٿئي. جيئن آئينو آهي، جڏهن ان جي صفائي جو ارادو ڪبو آهي تہ پهرين ان کي مٽيءَ سان مهٽبو آهي، جيئن ظلمت واري مٽي سان ملڻ جي ڪري ان جي صفائي ظاهر ٿئي ۽ مٽي جي ميرائي جي تعلق ڪري ان جي سونهن ۾ واڌارو اچي.

پوءِ ان نور ظلماني معشوق جي مشاهده ۾ مستغرق هجڻ ۽ مادي مان نهيل ظاهري شڪل و صورت سان تعلق جي ڪري، اهو قدسي شهود وساري ڇڏيو، جيڪو ان کي اڳ ۾ حاصل هيو، بلڪ پنهنجي نفس ۽ ان جي وجودي متعلقات کان بہ بي خبر ٿي ويو.پوءِ انهن جي سنگت جي ڪري اصحاب المشئمة (کٻي پاسي وارن) مان ٿي ويو ۽ اصحاب الميمنة (ساڄي پاسي وارن) جي

پلائي وڃائي وينو. پوءِ جيڪڏهن هي استغراق واري هن تنگ ڳلي ۾ رهجي ويو ۽ آزادي واري ان ڪليل فضا ۾ نہ پهتو تہ ان تي افسوس، هر طرح افسوس، ڇو تہ ان جي پيدائش جو جيڪو غرض هيو، اهو ان کي حاصل نہ ٿيو ۽ ان جي استعداد (لياقت ۽ صلاحيت) وارو جوهر ضايع ٿي ويو، پوءِ گمراهہ ٿيو، گهڻو گمراهہ. ۽ جيڪڏهن ان جو ڀاڳ وڏيو ۽ الله تعالىٰ جي عظيم عنايت پهچي وئي تہ ان (غفلت کان) ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ جيڪو وڃائي وينو هيو، اهو (حق جو رستو) ياد ڪري هي چوندي پوئين پير موٽيو.

**اِلَيۡکَ يَا مُنۡيَتِي حَجِّي وَمُعۡتَمَرِي. اِنَّ حَجَّ قَوۡمٌ اِلىٰ تُرَبٍ وَاَحۡجَارٍ**

(اي منهنجي اميد (جا مرڪز) توڏي (متوجہ ٿيڻ) ئي منهنجو حج ۽ منهنجو عمرو آهي، جيڪڏهن ٻيا مٽي ۽ پٿر ڏي وڃي حج ڪن (جيڪي طواف ۽ سعي تہ ڪن پر محبوب جي قرب ۽ وصال جي نعمت حاصل نہ ڪري سگهن) ۽ جيڪڏهن ان کي ٻيهر سهڻي نموني مطلوب جي شهود ۾ استغراق حاصل ٿي ويو ۽ ان پاڪ ذات ڏي مڪمل توجہ نصيب ٿيو تہ پوءِ ظلمت ان جي تابع ٿي ويندي ۽ ان جي انوار جي غلبہ ۾ اچي ويندي.

پوءِ جڏهن هي استغراق ان حد تائين پهچي وڃي جو ظلماني متعلق بلڪل وساري ڇڏي، پنهنجي نفس ۽ پنهنجي وجود جي متعلقات کان بہ پوري طرح بي خبر ٿي وڃي، پوءِ نورالانوار (ذات حق) جي مشاهده ۾ فنا ٿي وڃي ۽ پردن جي پنيان رهندي ان کي مطلوب (حقيقي) جو حضورحاصل ٿي وڃي (تہ ان وقت) جسماني ۽ روحاني فنا سان مشرف ٿي ويندو.

۽ جيڪڏهن ان کي شهود ۾ فنا حاصل ٿيڻ بعد ان شهود ۾ بقا بہ حاصل ٿي وڃي تہ ان لاءِ فناء ۽ بقاء جا ٻئي پاسا مڪمل ٿي ويا ۽ ان وقت ان سالڪ لاءِ ولايت جو لفظ ڳالهائڻ درست آهي (يعني اهو ولين جي لسٽ ۾ شامل ٿي ويو)

پوءِ ان وقت ان جو حال ٻن ڳالهين کان خالي نہ آهي، يا تہ ان کي پوري طرح شهود ۾ استغراق ۽ ان ۾ دائمي استهلاڪ حاصل هوندو (ٻي پاسي ان جوتوجہ نہ هوندو) يا وري مخلوق کي الله عزوجل ڏي دعوت ڏيڻ ڏانهن متوجہ ٿيو هوندو، هن طرح جو ان جو باطن تہ الله سبحانہ وتعالىٰ سان هوندو ۽ ان جو ظاهر

مخلوق سان گڏ هوندو.پوءِ ان وقت نور جيڪو مطلوب ڏي متوجہ آهي ان ظلمت کان آزاد ٿي ويندو، جيڪو ان ۾ شامل هيو ۽ ان آزادي سان اهو اصحاب يمين مان ٿي ويندو ۽ ان جي لاءِ اگرچہ حقيقت ۾ سڄو کٻو تہ نہ آهي پر يمين (ساڄو پاسو) ان جي حال سان زياده موافق ۽ ان جي ڪمال لاءِ مناسب آهي. ڇو تہ ڀلائي ۽ برڪت ۾ ٻنهي جي مشترڪ هجڻ باوجود ساڄو هٿ ڀلائي جي سڀني جو جامع آهي، جيئن الله جل شانہ جي شان ۾ **كِلْتَا يَدَيْهِ يَمِيْنٌ.** (ان جا ٻئي هٿ ساڄا آهن) (حديث) يعني ان جو ڪو هٿ کاٻو نہ آهي.

۽ ظلمت ان نور کان هيٺ لهي عبادت ۽ اداءِ طاعة جي مقام ۾ پهچي ٿي. ۽ نور لامڪاني مان اسان جي مراد روح آهي، بلڪ روح جو خلاصو آهي ۽ جيڪا ظلمة جهة ۽ طرف سان مقيد آهي ان مان نفس مراد آهي، ظاهر ۽ باطن مان بہ اسان جي اها ئي مراد آهي. پوءِ جيڪڏهن ڪو چوي (اعتراض ڪري) تہ مستهلڪين اولياءِ کي بہ تہ دنيا جو شعور ۽ انهن ڏي توجہ هوندو آهي، پنهنجي جنس وارن (انسانن) سان ميل جول بہ رکن ٿا تہ پوءِ استهلاڪ ۽ توجہ بالڪلية علیٰ الدوام، (هميشہ پوري طرح ان ذات پاڪ ڏي متوجہ رهڻ) جو ڇا مطلب؟ انهن (مستهلڪين) ۽ تبليغ لاءِ دنيا ڏي متوجہ مرجوعين اولياءِ ۾ فرق ڪهڙو آهي؟ اسان چئون ٿا تہ استهلاڪ ۽ توجہ بالڪلية جو مطلب آهي روح جي انوار ۾ نفس جي داخل ٿيڻ بعد هڪ ئي وقت روح ۽ نفس جو متوجہ ٿيڻ، جيئن اڳ ۾ ان طرف اشارو ٿي آيو. ۽ عالَم (دنيا) جو شهود وغيره حواس (خمسہ) قویٰ ۽ عضون ذريعي ٿيندو آهي، جيڪي نفس جي لاءِ گوياڪ تفصيل آهن، ان ڪري مجمل ملخّص مشهود جي مطالعہ ۾ روح جي انوار ذريعي مستهلڪ آهي، ۽ ان جو تفصيل اڳي واري شعور تي باقي آهي، ان ۾ ڪنهن قسم جي گهٽ وڌائي نہ آهي. برخلاف ان جي جيڪو عالَم طرف (ان جي هدايت لاءِ) موٽيو آهي، ڇو تہ ان جو نفس مطمئنہ ٿيڻ بعد انهن انوار کان نڪري دعوة (تبليغ) ڏي متوجہ ٿيندوآهي ۽ ان کي عالم سان مناسبت حاصل ٿي ويندي آهي، پوءِ ان مناسبت جي ڪري ان جي دعوة کي قبوليت حاصل ٿيندي آهي.

باقي هيءَ ڳالهہ تہ نفس مجمل آهي ۽ حواس وغيره ان جا

تفصيل آهن، اهو ان ڪري جو نفس جو قلب صنوبري (جيڪو جسم ۾ گوشت جو ذرڙو آهي، جنهن کي دل چئجي ٿو) سان تعلق آهي جنهن جو حقيقت جامعہ ذريعي روح سان تعلق آهي ۽ روح مان ايندڙ فيوض پهرين اجمالا ان (نفس) تي نازل ٿيندا آهن، ان کان پوءِ ان (نفس) جي وسيلي سان سموري قوىٰ ۽ عضون تي تفصيل سان نازل ٿيندا آهن، لهٰذا انهن (حواس ۽ اعضاءَ) جو خلاصو اجمالي نموني نفس ۾ موجود آهي.(هن وضاحت) کان پوءِ بنهي ٽولن (مستهلڪين ۽ مرجوعين) ۾ فرق واضح ٿي ويو. هيءَ ڳالهہ سمجھڻ گهرجي تہ پهريون ٽولو سڪر، (۽ مستي) وارن جو آهي ۽ ٻيو ٽولو صحو (هوشياري) وارن جو آهي. شرافت پهرين ٽولي کي حاصل آهي ۽ فضيلت ٻئي ٽولي (صحو) وارن کي حاصل آهي ۽ پهريون مقام ولايت سان مناسب آهي ۽ ٻيو نبوة سان مناسب آهي) شال الله تعالىٰ اسان کي اولياءِ الله جون ڪرامتون نصيب ڪري ۽ انبياءِ ڪرام صلوات الله تعالىٰ وسلامہ علىٰ نبينا وعليهم وعلىٰ جميع اخوانہ من الملٰئكة المقربين والعباد الصالحين الىٰ يوم الدين جي ڪمال درجه واري تابعداريءَ تي استقامت بخشي. آمين.

توڙي جو خط لکندڙ دعاگو عجمي هجڻ جي ڪري سهڻي نموني عربي نہ پيو ڄاڻي، پر جيئن تہ (توهان جو) مڪتوب شريف عربي ٻولي ۾ لکيل هيو، ان ڪري (دعاگو) ان لکت مطابق ڪاغذ (تي عربي ٻولي ۾ خط ) لکيو.

## فرمان حضرت علي ڪرم الله وجهہ

دنيا ۾ جيڪڏهن 6 شيون اوهان وٽ هونديون تہ ڪڏهن نقصان نہ ٿيندو:

1: سني زبان. 2: سنو (وفادار) دوست

3: امانت داري 4: خوش اخلاقي

5: حلال روزي 6: امڙ جي دعا.

**چونڊ: حبيب الله ميمڻ / پريا**

*** خوشخبري ***

# مفت اکين جي ڪئمپ

## تاريخ 1، 2 ۽ 3 فيبروري

## هنڌ: درگاهه الله آباد شريف

جنهن ۾ ڪراچي جا مشهور آءِ اسپيشلسٽ ڊاڪٽر مريضن جو علاج ۽ آپريشن مفت ڪندا.

نوٽ: مريضن کي مشورو ته ڏجي ته هو موسم آهر پاڻ سان گڏ بسترو آڻين.

**رابطي لاءِ:**


مظفر علي قائمخاني طاهري: 03003200678

عبدالله سولنگي طاهري: 03033172760


پاران: جماعت اصلاح المسلمين ضلع نوشهروفيروز

# المنجيات في ترجمة المنبهات

قسط پهرين

## مولانا مفتي مختار احمد ٽانٽڙي طاهري نقشبندي

*(هن عاجز سن 1989 ع ۾ مرڪز علوم القرآن شيرين جناح ڪالوني ۾ تدريسي فرائض سرانجام ڏيڻ دوران هڪ ڪتاب منبهات منسوب علامه احمد بن علي بن محمد بن احمد ابن حجر عسقلاني شافعي جو نسخو عربي متن سان ٻن ٻولين يعني فارسي ۽ پشتو زبانن ۾ ڏٺو، جنهن کي مصنف عليه الرحمة ڏهن بابن ۾ تقسيم فرمايو. پهريون باب ٻن ٻن نصيحتن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو عاجز پڙهائڻ جي دور ۾ ٻن زبانن ۾ ترجمو بنام "ڪتاب المنجيات في ترجمة المنبهات ڪيو آهي. الاصلاح جي قارئين جي خدمت ۾ قسطوار مضمون شايع ڪيو پيو وڃي.)*

**نحمده ونصلي علىٰ رسوله الڪريم**

**بسم الله الرحمٰن الرحيم.**

**اَلْحَمْدُلِلّٰهِ فِيْ كُلِّ حِيْنٍ وَّاَوْقَاتٍ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى رَسُوْلِهٖ اَشْرَفِ الْبَرِيَّاتِ هٰذِهٖ مُنَبِّهَاتٌ مِمَّا صَنَّفَه الشَّيْخُ شِهَابُ الْمِلَّةِ وَالْحَقِّ وَالدِّيْنِ اَحْمَدُ بْنُ عَلِيِّ بْنُ مُحَمَّدِ بْنُ اَحْمَدُ الْعَسْقِلَانِيْ ثُمَّ الْمِصْرِيْ الشَّافِعِيُّ الشَّهِيْرُ بِابْنِ الْحَجَرِ عَلَى الْاِسْتِعْدَادِ لِيَوْمِ الْمَعَادِ فَاِنَّ مِنْهَا مَايَكُوْنُ مُثَنِيًا وَمِنْهَامَايَكُوْنُ ثُلَاثِيًا اِلٰى تَمَامِ الْعَشَرَةِ خُطَبُ الْمُنَبِّهَاتِ**

**ترجمو:** سڀ تعريفون خاص آهن الله پاڪ لاءِ هر زماني ۾ هر تعريف ڪندڙ ڪان ۽ رحمتون ۽ سلام ان جي رسول تي نازل ٿيندڙ آهن جيڪو سڄي ڪائنات ڪان زياده ڀلو آهي. هي ڪتاب منبهات يعني خبردار بڻائيندڙ، آخرت جي تياري ڪندڙ کي حضرت شيخ (بزرگ) مذهب ۽ ملت حق کي کولي بيان ڪندڙ احمد پٽ علي پٽ محمد پٽ احمد عسقلاني مصر ۾ رهندڙ شافعي مسلڪ رکندڙ جيڪي مشهور ابن حجر جي نالي سان آهن. انهن جو تصنيف ڪيل ڪتاب سڏجي ٿو. هن ڪتاب جا ابواب ٻن ٻن، ٽن ٽن، ڏهن ڏهن نصيحتن ۾ ورهايل آهن.

**اَلْبَابُ الثَّانِيْ "ٻه ٻه نصيحتون"**

**فَمِنْهُ مَا رُوِيَ عَنِ النَّبِيِّ ﷺ اَنَّه قَالَ خَصْلَتَانِ لَاشَيْءَ اَفْضَلُ مِنْهُمَا**

1: **"اَلْاِيْمَانُ بِاللّٰهِ وَالنَّفْعُ لِلْمُسْلِمِيْنَ.**

**ترجمو:** حضور اڪرم ﷺ جن ڪان روايت ٿيل آهي ته ٻه خوبيون اهڙيون آهن جو انهن ڪان ٻي ڪا به خوبي زياده ڀلي نه آهي. هڪ

تہ اللہ تعالیٰ تي ايمان آڻڻ ۽ بي خوبي مسلمانن کي فائدو پهچائڻ.
**وَخَصْلَتَانِ لَاشَيْءَ اَخْبَثُ مِنْهُمَا "اَلشِّرْكُ بِاللّٰهِ وَضَرُّ الْمُسْلِمِيْنَ"**
**ترجمو:** ۽ بہ اهڙيون عادتون آهن جو انهن کان زياده بري کا بہ عادت نہ آهي هڪ اللہ تعالیٰ جو کنهن کي شريڪ بنائڻ ۽ بي عادت مسلمانن کي نقصان پهچائڻ.
2: **وَقَالَ عَلَيْهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلَيْكُمْ بِمُجَالَسَةِ الْعُلَمَاءِ وَاسْتِمَاعِ كَلَامِ الْحُكَمَاءِ فَإِنَّ اللّٰهَ تعالیٰ يُحْيِي الْقَلْبَ الْمَيِّتَةَ بِنُورِ الْحِكْمَةِ كَمَا يُحْيِيْ الْاَرْضَ الْمَيِّتَةَ بِمَاءِ الْمَطَرِ**
**ترجمو:** ۽ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو علماء رباني جي صحبت ۽ اولياء اللہ جو واعظ ٻڌڻ پاڻ تي فرض سمجهو ڇو تہ اللہ تعالیٰ مئل دلين کي (انهن جي صحبت ۽ نصيحت) سان ائين زنده فرمائيندو آهي جيئن غيرآباد زمين کي بارش رحمت سان زنده (سرسبزو شاداب) فرمائيندو آهي.
3: **عَنْ اَبِيْ بَكْرِ نِ الصِّدِيْقِ (رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالیٰ عَنْه) مَنْ دَخَلَ الْقَبْرَ بِلَازَادٍ فَكَاَنَّمَا رَكِبَ الْبَحْرَ بِلَاسَفِيْنَةٍ.**
**ترجمو:** حضرت ابوبڪر صديق رضي اللہ عنہ جن کان منقول آهي تہ جيڪو شخص عملن کانسواءِ قبر ۾ داخل ٿيو، اهڙي شخص جو مثال، ان شخص وانگر آهي جيڪو ٻيڙيءَ کانسواءِ درياهہ ۾ داخل ٿيو. (ناڪام ويندو ۽ غرق ٿيندو).
4: **عَنْ عُمَرَ (رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالیٰ عَنْه) عِزُّ الدُّنْيَا بِالْمَالِ وَعِزُّ الآخِرَةِ بِصَالِحِ الْاَعْمَالِ.**
**ترجمو:** حضرت عمر فاروق رضي اللہ تعالیٰ عنہ کان مروي آهي تہ دنيا جي عزت مال ۽ دولت سان ۽ آخرت جي عزت ۽ مرتبا نيڪ عملن سان آهن.
5: **عَنْ عُثْمَانَ (رَضِيَ اللّٰهُ تَعَالیٰ عَنْه) هَمُّ الدُّنْيَا ظُلْمَةٌ فِي الْقَلْبِ وَهَمُّ الآخِرَةِ نُورٌ فِي الْقَلْبِ.**
**ترجمو:** حضرت عثمان غني رضي اللہ تعالیٰ عنہ کان روايت آهي دنيا جو فڪر ۽ محبت دل ۾ اونداهي آهي ۽ آخرت جو فڪر (تياري ڪرڻ) دل ۾ نور (روشني) آهي.
6: **عَنْ عَلِيِّ (رَضِيَ اللّٰهُ عَنْه) مَنْ كَانَ فِيْ طَلَبِ الْمَعْصِيَةِ كَانَتِ النَّارُ فِيْ طَلَبِه وَمَنْ كَانَ فِي طَلَبِ الْعِلْمِ كَانَتِ الْجَنَّةُ فِيْ طَلَبِهِ**
**ترجمو:** حضرت علي المرتضيٰ رضي اللہ تعالیٰ عنہ جن فرمايو گناهن جي طلب دوزخ ۾ وٺي ويندڙ آهي ۽ علم جي طلب جي عادت جنت ۾ پهچائيندڙ آهي.
***(هلندڙ)***

# محسن اعظم سهڻا سائين اهل الله نور الله مرقده

**قسط پين**

## ڊاڪٽر عبدالرحيم چنا "بيدار طاهري"

**ٻنهي** جهانن جي سردار جنهن تي توهان ۽ اسان ڪلمو پڙهيو آهي تن جي تابعداري ننڍڙي هوندي کان ئي اختيار ڪئي هُين. مثلاً صداقت، شرافت، عزت، خدمت، وفاداري، سادگي، قرباني، محبت، عبادت، نماز، روزا، وغيره وغيره. سندن ننڍڙائپ واري زندگي پڙهندي، اهو قصو ياد اچي ويو جنهن ۾ هڪ ٻار، قرآن شريف جي آيت: **ياايها الذين آمنوا ڪو انفسڪم واهليڪم نارًا** "اي ايمان وارو، بچايو پنهنجي نفسن کي ۽ اهل عيال کي دوزخ جي باهه کان" پاڻ ٻڌي روئي ڏنو، سندس امڙ چيو ته ٻچا هيءَ ته وڏڙن جي لاءِ آهي تون ته اڃان ننڍڙو آهين، گناهن کان معصوم ۽ پاڪ آهين، تون ڇوٿو روئين؟ سبحان الله! ڪيڏو نه عجيب، بامعنيٰ، باسبق ۽ فڪرانگيز جواب ڏنو آ، اهو ننڍڙو ابهم ٻار! چوي ٿو اي امڙ سائڻ! جڏهن تون باهه ٻاريندي آهين ته پهريان ننڍڙيون سنهڙيون ڪاٺڙيون، ڇوڇڙيون ٻاريندي آهين ته جيئن وڏيون ۽ ٿلهيون ڪاٺيون انهن ننڍڙين ڪاٺين جي باهه ۽ تيڪ تي ٻَرن ۽ مچن. ائين آهي؟، امڙ ورندي ڏيندي چويس ٿي ته ابا، برابر هي ائين آهي، ٻار وري به اڪين ۾ آب آڻي وراڻيس ٿو ته امڙ مون کي به اهيو ڊپ ورائي ويو آهي ته متان الله تعالىٰ پهريائين ننڍڙن ٻارن سان نه دوزخ جي باهه کي مچائي...! امڙ محبت ۾ مرڪي ڳرانڙي پائي، هيانءُ سان لائي سندس منهن کي چمي ڏيندي لاجواب ٿي وئي. اهو اڄ کان ڪيئي سال اڳ جو معصوم ٻار هو، اهو ٻار برابر حضور قبله عالم سهڻا سائين نه هو پر ڪردار ته سهڻا سائين به ساڳيو ڪيو.

ڪٿي ان ٻار جو هيءُ ٻيو روپ ته نه هو؟ ڪيتري نه مماثلت آهي ٻنهي ۾، واهه واهه شاباش آهي اهڙي امڙ کي، جنهن سندن ننڍي هوندي ئي سهڻي تربيت ڪئي. رب جي عشق محبت کي، ننڍي هوندي ئي سندن دل و دماغ تي حاوي ڪري ڇڏيو، نه ته ننڍڙي عمر، راند روند، ڪيل ڪود جي زندگي هوندي آهي تڏهن

تہ پنائي گھوٽ چيو:

**پلي ڇايون ماڻرون، سنديون سالڪن**
**تن کي ڏينهن قيام جي وڏا ڏاج ملن.**
**ٻين ويچارين، تہ اوجاڳا ئي اجايا ڪيا.**

سندن ڪي اطاعت الٰهي ننڊپڻ کان ئي هئي، سندن ننڊپڻ جي صرف هڪ صفت ڪي ورتو وڃي تہ شايد ئي ٻيو ڪو ماڻهو سموري ڄمار ان صفت جهڙي گهرائي، اونهائي ۽ پاتال تائين ويو هوندو، ڪاش! حضور پاڻ ڪجهہ ننڍڙي هوندي جي باري ۾ لکڻ فرمائن ها!. حضور پاڻ اڪثر هي بيت پڙهڻ فرمائيندا هئا. ڄڻ سندن زندگي جو مقصد ئي اهيو هو:

*نہ غرض کسی سے واسطہ، مجھے کام اپنے کام سے*
*تیرے ذکر سے تیرے فکر سے تیری یاد سے تیرے نام سے*

سمجهہ ۾ ائين ٿو اچي تہ الله تعالىٰ سندن پيدائش مخصوص انداز ۾ ڪئي. سندس هر قول ۽ فعل، اُٿڻ ويهڻ، هلڻ چلڻ، گهمڻ ڦرڻ، ڪم ڪار، سوچ سمجهہ، فڪر فهم، علم عقل، طبيعت تقرير، تحرير، تعمير، تعبير، نياز نوڙت، هوش همت ۽ بردباريءَ جو مثال ئي نٿو ملي. هر ڳالهہ ۾ نِت نئين نواڻ، هر فن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ نِت نيون تجويزون، جيڪو سندن زيارت لاءِ آيو ٿي اُن کي راهِ هدايت ڏنائون پئي. ننڍن توڙي وڏن، پڙهيل توڙي اڻ پڙهيل، غافل توڙي جاهل، انگريزي خوانده توڙي ناخوانده ڪي، تان جو عاجز جهڙي ڪم فهم ۽ بي عقل ماڻهوءَ کي بہ خاص نوري نگاهن سان نوازش ڪندا رهيا. ڪنهن بہ قسم جي ڪنهن سان بہ مهربانيءَ ۽ شفقت ۾ گهٽتائي ڪونہ ڪيائون، بيشڪ رب اهو تنهنجو شان آ، جو تنهنجو پيارو محبوب سهڻا سائين جڏهن بہ جنهن مريد سان مليو ٿي تڏهن ۽ تنهن ائين چيو پئي تہ سائين جن مان سمجهان ٿو تہ وڏ ۾ وڏ مون تي مهرباني آهي. جنهن بہ مريد کان پڇجي پيو تہ سائين جن ڪي ڪيئن ڏٺو؟ ڪيئن پاتيو؟ ڪيئن سمجهيو؟ جواب ۾ چا پيو چوي، ادا پيءُ کان وڌيڪ مهربان، ماءُ کان وڌيڪ شفيق، دوست، يارن کان وڌيڪ وفادار، سهڻو سائين منهنجي تہ اکڙين جو ٺار هيو. منهنجي هيئن جو هارُ هو، منهنجي تہ دل جو قرار هو، هو تہ منهنجو پرين ۽ پيار هو. هر هڪ دوست ٿڏڙا ساهہ پري پيو

پنهنجن سورن جا داستان ٻڌائي، هر دوست ائين پيو چوي ته سهڻا سائين منهنجي رازن جو راڙو هو. منهنجي زخمن جو مرهم هو، منهنجي مايوس ۽ منجهيل من جو مداوا هو منهنجي دل جي دردن جي دوا هيو، منهنجي دشمن لاءِ دهمان هو، منهنجي بچاءُ جي ڍال هيو، منهنجي محبت جو مرڪز هو.

دوستو! اڄ اسين ننڍڙڪا ٿيون ها پر واهه اسان جا حقيقي همراهه، واهه اسان جا ڊولڻ، دنيا مان ظاهري، جسماني اسان کي ڇڏي ته وئين پر ويندي ويندي اهڙا احسان ڪيئي، جيڪي لاهڻ ته ڇا پر ڳائڻ کان به گهڻا آهن، اسان جي واڳ، اسان جي مهار پنهنجي جگر گوشي، گلاب جي گل، مشڪ عنبر کان وڌيڪ معطر، منڙي **سچڻ سائين** جي حوالي ڪري وئين، شڪر الحمد الله! صد بار شڪرانه، لک بار شڪرانه، ڪروڙين ڪرم.

هت حضور پير منا سائين رحمةالله عليه وارو قول ته عطر هڪ آ، شيشيون به آهن ورجائڻ ڪو وڏاءُ ڪونه آهي، ساڳي مهرباني، ساڳي رحمت، ساڳيو فيض جو درياءُ، جوش ۾ پيو چوليون هڻي، ساڳي شفقت، ساڳيو ڪردار، ساڳيو اخلاق، ساڳي راهه، ساڳي نگاهه ڪرم، ساڳيو بادل اڄ به گجگوڙ جي گڙڪاهن ۽ کنوڻ جي چمڪات سان زور زور سان برسجي ڪٽيل ۽ ڪارين دلين کي تي ته سيراب پيو ڪري. ڪا به ڪنهن به قسم جي ڪمي نه آهي سندن ۾ اڄان به وڌيڪ مزو، لطف، راحت سڪون آرام ۽ فرحت آهي جو نه هجي حضور پير منا سائين فرمايو هو ته جيئن جيئن زمانو اڳتي گذرندو پيو وڃي تيئن تيئن هڪ پاسي شيطان جو زور هوندو ته ٻئي پاسي وري الله جو ولي، قيوم الزمان وڌيڪ طاقت، همت، بلند درجي ۽ اختيار وارو پيدا ٿيندو ته جيئن شيطاني قوتن کي پاش پاش ڪري سگهجي، حق سچڻ سائين تنهنجا قرب لاهڻ ته ڇا ڳائڻ کان به ڳرا آهن.

(هلندڙ)

## عارف جو قول...!

هڪ عارف جو قول آهي ته جڏهن به ڳالهيون توهان جي سامهون هجن ۽ توهان کي خبر نه پوي ته توهان لاءِ ڪهڙي بهتر آهي ته اهو ڏسو ته انهن ٻنهي مان ڪهڙي ڳالهه توهان جي خواهش مطابق آهي: ان کي ڇڏي ڏيو ٻيءَ کي مڪمل ڪريو. (اقتباس مڪاشفة القلوب: چونڊ حذيفه جوڻيجو /نئون ديرو)

# مصطفوي انقلاب

**ابو طلحه طاهري**

**اچو** تہ اوهان کي اهڙي عظيم انقلاب جو تعارف ڪرايان جنهن جي حقانيت ۽ عروج جي پوري دنيا قائل آهي. اهو انقلاب جيڪو جزيره عرب جهڙي دور افتاده مڪي جي واديءَ ڪان شروع ٿيو ۽ وڌندي وڌندي پوري دنيا تي ڇائنجي ويو ۽ اڄ بہ پنهنجي اصلي طاقت ۽ قوت سان وڌي رهيو آهي. ان انقلاب کي اهل علم دنيا مصطفوي انقلاب جي نالي سان ياد ڪري ٿي.

هي اهو عظيم انقلاب آهي جنهن جانورن کي انسان بنايو، جاهلن کي عالم بنايو، غير مهذب ۽ غير متمدن قومن کي تهذيب ۽ تمدن جو باني ۽ مالڪ بنايو ۽ اهو انقلاب اڄ تائين پنهنجي اخلاقي، روحاني ۽ آفاقي تعليم سبب نہ صرف باقي آهي بلڪ ڏينهون ڏينهن وڌي رهيو آهي،

سيرت نبوي ﷺ جي مطالعي ڪرڻ سان خبرپوي ٿي تہ اسان جي آقا ومولىٰ آنحضرت ﷺ جن جو انقلاب ڪيڏين مشڪلاتن ڪانپوءِ آيو، ان جي باوجود اسان جي پياري نبي ڪريم ﷺ ان فرض کي نهايت خوش اسلوبي، صبر وتحمل، استقامت ۽ بردباري سان شروع ڪيو. عظيم تهذيب و تمدن، علم و اخلاق کي پکيڙيو، قومن، قبيلن ۽ ملڪن کي هڪ بنايو، توحيد جي اشاعت ڪئيءَ انسان جي دل تي ڪبرياء رباني جو نقش قائم ڪرڻ بعد دنيا جي هر شيءِ جو حاڪم بنايو. تاجدار مدينہ ﷺ جي انقلاب جا ڪيئي رنگ آهن اهو مصطفوي انقلاب هيو جنهن خالد بن وليد جهڙي جرنيل جي قسمت بدلائي. جيڪو جنگ احد ۾ بت پرستن جي قافلي جو سربراهہ هيو ۽ مسلمانن کي تباهہ وبرباد ڪرڻ پنهنجي زندگيءَ جو وڏو مقصد سمجهندو هيو پر سهڻي نبيءَ جو اخلاق ۽ ڪردار ڏسي سندن جي خدمت ۾ پهتو ۽ لات ۽ عزيءِ جي مندرن کي پنهنجي هٿن سان ڊاهي ڦٽو ڪيو ۽ اسلامي فتوحات ۾ گرم جوش جرنيل جو درجو حاصل ڪري ٿو.

عروه بن مسعود جيڪو حديبيہ ۾ حضور ﷺ جن کي مکي ۾ داخل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ قريش جو سفير بڻجي اچي ٿو، خود بخود مديني اچي پاڻ ۽ پنهنجي قوم لاءِ دعوت اسلام وٺي، ان خدمت ۾ پنهنجي جان ڏئي ٿو.عبديا ليل ثقفي جنهن طائف ۾ غلامن ۽ ٻارن کي آنحضرت ﷺ جن جي مٿان پٿر اڇلائڻ لاءِ ڇيو آخر مديني حاضر ٿي پنهنجي قوم لاءِ جوهر ايمان و ايقان وٺي موٽي ٿو. بريده بن الحصيب اسلمي جو قريش کان 100 شتر مرغ جي انعام جو واعدو وٺي حضور ﷺ جن جي گرفتاريءَ لاءِ 70 سوارن جو دستو وٺي وڃي ٿو پر چند ڪلاڪن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن جو عاشق بڻجي وڃي ٿو.اولياءِ ڪاملين جو ڪم بہ انهيءَ مصطفويءَ تعليم کي عام ڪرڻ آهي انهن جو مقصد حيات آنحضرت ﷺ جن جي آندل انقلاب جي آبياريءَ کانسواءِ ڪو ٻيو نہ آهي. تمام الله جي پيارن جي زندگي انهيءَ مگن ۾گذري. انهيءَ مگن ۽ مستيءَ جي خوشبوءِ پروفيسر عطامحمد حاميءَ جي هن شعر ۾ ڦهلجندي محسوس ٿيندي.

**جڏهن تشريف فرما حسن جي سرڪار هت ٿيندي**
**قيامت خيز قدمن جي مٿان سرگھورٽا پوندا**
**مٿن ماڻهن اڳيان حامي مٺو ڳالهائڻو پوندو**
**زبان کولڻ کان اڳ ۾ حرف سارا تورڻا پوندا**

موجوده پرفتن ۽ دجالي دور ۾ سلسلہ عاليہ نقشبنديہ جا روحاني پيشوا حضرت محبوب سڄڻ سائين دامت برڪاتهم العاليہ جن انهيءَ مصطفوي انقلاب جي حفاظت ۽ انهيءَ جي ڇانوَ ۾ مخلوق جي مسيحائي فرمائي رهيا آهن. سندن جي شفقت جي آغوش ۾ ظالم ۽ جابر، فاسق ۽ فاجر، دين کان دور، بي راهہ رو، اخلاق ۽ تهذيب کان نا آشنا ماڻهو داخل ٿيا تہ اهي نيڪ، صالح، شريعت جا صاحب، بااخلاق، مهذب ۽ معاشري جا بهترين افراد بڻجي ويا.مصطفوي انقلاب جو سهڻو عملي نمونو ر.ط.ج جي نوجوانن کي ڏسو جيڪي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جهڙي ماحول ۾ رهندي جتي مغربي تهذيب هر طرف ڇانيل آهي. ان جي باوجود اهي ئي نوجوان ان ماحول ۾ آنحضرت ﷺ جن جي سنتن کي پنهنجي عمل ۽ ڪردار سان زنده رکي رهيا آهن ۽ مصطفوي انقلاب جي راهہ هموار ڪرڻ ۾ ڏينهن رات سرگرم آهن.

# تدبير

طيبه قريشي طاهري /دادو

**هر** شخص ان ڳالهه کي مڃي ٿو ته الله تعاليٰ هرجاندار جي فطرت ۾ هيءَ خاصيت رکي آهي ته هو نفعي نقصان کي سمجهي سگهي. سڀ جاندار پنهنجي بک ۽ اڃ ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشان رهندا آهن پر ماڻهو ڳئون، ٻڪري وغيره شينهن وٽ ۽ ڪئو ٻلي وٽ نه ويندو آهي. ان جو نالو تدبير آهي. پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ وسائل تلاش ڪرڻ ۽ انهن مان فائدو وٺڻ جو نالو تدبير آهي. جيڪي ماڻهو صرف تقدير تي ڀروسو ڪرڻ جي دعويٰ ڪن ٿا اهي به تدبير ڪرڻ تي مجبور آهن. اهي به جنس خريد ڪري رکن ٿا جيئن روزانه فڪر نه ڪرڻو پوي. وري گرم ڪپڙا گرمي ۽ برسات ۾ حفاظت سان رکن ٿا. گهرن جي مرمت ڪرائن ٿا ته جيئن ڪِرڻ کان محفوظ رهن. دولت سان حفاظت سان رکن ٿا.اولاد کي خراب صحبت کان روڪين ٿا. ان کي تدبيرچئبو آهي.

مشهور حديث آهي ته جانور (پکي) صبح جو بُکيا نڪرن ٿا ۽ شام جو سير (ڍؤ) تي اچن ٿا. مطلب ته هو تدبير ڪن ٿا. اُڏامن ٿا، غذا تلاش ڪن ٿا، ان حديث مان ثابت ٿيو ته تدبير بيڪار پيدا نه ڪئي وئي آهي ۽ انساني ڪاميابي جو راز تدبير ۾ آهي جيڪا خود تقدير سان وابسته هوندي آهي.

هڪ ڏينهن صحابه ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين هڪ مضبوط نوجوان کي جيڪو صبح سوير معاش جي تلاش ۾ نڪتو هو هڪ چيو ”ڪيڏو نه چڱو ٿئي ها جيڪڏهن هن شخص جي قوت، توانائي ۽ ڦڙتي الله تعاليٰ جي راهه ۾ صرف ٿئي ها!“ ان تي حضور اڪرم ﷺ فرمايو ائين نه چئو چو ته جيڪڏهن هو پنڻ (سوال ڪرڻ کان بچڻ) ۽ ماڻهن جو محتاج نه هئڻ لاءِ محنت ٿو ڪري ته هي به الله تعاليٰ جي راهه ۾ ئي آهي. ۽ اگر هو پنهنجي ضعيف والدين يا ٻارن ٻچن جي پرورش لاءِ محنت ٿو ڪري ته اهو به الله تعاليٰ جي راهه ۾ آهي.

تدبير جي تائيد ۾ چند آيات جو ترجمو نقل ڪجي ٿو:

1: الله تعالیٰ ڪنهن قوم جي حالت نہ ٿو بدلائي جيستائين هو خود پنهنجي حالت بدلائڻ جو ارادو نہ ٿا ڪن. (رعد)

2: اسان توهان لاءِ زمين مان روزي حاصل ڪرڻ جا سبب پيدا ڪيا آهن. (الاعراف)

3: ڦهلجي (نڪري) وڃو زمين ۾ ۽ الله تعالیٰ جو رزق تلاش ڪريو.(جمع)

اهڙي طرح ٻيون بہ ڪافي آيتون آهن جن مان تدبير اختيار ڪرڻ ضروري معلوم ٿئي ٿو. الله تعالیٰ اسان سڀني کي بالخصوص غير معذور هئڻ جي باوجود ٻين جي آڏو هٿ ڦهلائيندڙ مردن، عورتن کي جذبہ تدبير عطا فرمائي. (آمين)

## درود شريف جي فضيلت

### فرمان مصطفيٰ صلیٰ الله عليہ وآلہ وسلم

جنهن مون تي ڏهہ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو، الله تعالیٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي. (طبراني)

توهان جتي بہ هجو مون تي درود پاڪ پڙهو، توهان جو درود مون تائين پهچندو آهي. (طبراني)

مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو، بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت آهي. (ابويعليٰ)

جنهن مون تي ڏهہ ڀيرا صبح ۽ ڏهہ ڀيرا شام درود پاڪ پڙهيو، قيامت جي ڏينهن ان کي منهنجي شفاعت ملندي. (مجمع الزوائد)

جنهن ڪتاب ۾ مون تي درود پاڪ لکيو تہ جيستائين منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رهندو، ملائڪہ ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا. (طبراني)

جيڪو جمعي جي ڏينهن مون تي درود شريف پڙهندو، آئون قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس. (ڪنزالاعمال)

جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نہ پڙهي تہ ماڻهن مان اهو ڪنجوس ترين شخص آهي. (ترغيب و ترهيب)

جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿيو، ان مون تي درود شريف نہ پڙهيو تہ تحقيق اهو بد بخت ٿي ويو. (ابن سنن) ان شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي، جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود پاڪ نہ پڙهي. (طبراني) جيڪو مون تي درود پاڪ پڙهڻ وساري ويٺو، اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو. (طبراني)

صَلّی اللہُ عَلَیکَ یَا سَیِّدِنَا مُحَمّد نُور مِن نُورِ اللہ.

*****چونڊ: عاقب رضا ٿهيم طاهري ، محمود ٿهيم / ٽيٽ شاهہ*****

سارو ٽيون

طاهري تراني جو تخليقڪار، "ترجمانِ محبت پير"

## خليفہ حاجي احمد حسن لاشاري طاهري بخشي

تحرير: عاجز لاشاري

**حضرت** مولانا خليفہ حاجي احمد حسن عرف گل حسن ولد نورمحمد لاشاري جي پيدائش جنوري 1928ع ۾ ڳوٺ حاجي ميرمحمد لاشاري تعلقي ميهڙ ۾ ٿي. پاڻ ننڍپڻ کان ئي شعر و شاعري سان چاهہ رکندا هئا. تقريبًا 1960ع جي ڌاڪي ۾ بزرگ شخصيت خليفہ حاجي محمد بخشل سوڍڙ رحمۃالله عليہ جي تبليغ ذريعي حضرت خواجہ الله بخش المعروف سهڻا سائين قدس سره جن جي توسط سان درگاهہ رحمت پور شريف ۾ حضرت خواجہ محمد عبدالغفار المعروف پيرمٺا سائين رحمۃالله عليہ جن جي هٿ تي نقشبندي سلسلي ۾ بيعت ڪيائين. جڏهن تہ پيرمٺا سائين رحمۃالله عليہ جن جي وصال کان بعد حضرت سهڻا سائين رحمۃالله عليہ جن جي بيعت ثاني ۽ سندن جي وصال بعد حضرت قبلہ محبوب سجڻ سائين مدظلہ جن جي بيعت ثالث جي سعادت حاصل ڪئي. ڪين حضرت سهڻا سائين رحمۃالله عليہ جن تحريري طور خلافت جي خاص اجازت نامي سان نوازيو هو ۽ بعد ۾ محبوب سجڻ سائين مدظلہ جن پڻ خلافت جي خاص اعزاز سان سرفراز فرمايو.

حاجي احمد حسن رحمۃالله عليہ جن نوجواني ۾ ہہ پيرا پيادل ۽ 23 پيرا بحري توڙي هوائي سفر ذريعي حج جي سعادت ماڻيائون. پاڻ گهڻو عرصو پاڪ وطن ۾ رهڻ ڪري هڪ سؤ کان وڌيڪ عمره پڻ ڪيائون. ڪيس پرڏيهي سفر ۾ سندن مرشدن ڪريمن حضرت سهڻاسائين رحمۃالله عليہ جن تحريري طور خلافت جو خاص اجازت نامو ڏئي دين جي تبليغ واسطي موڪليندا رهندا هئا. جنهن دوران ايران، عراق، يمن، شام، ڪويت، دبئي، مصر سميت عرب امارات جي مختلف شهرن ۾ نقشبندي غفاري بخشي جماعت جو پيغام پهچايائون.

حضرت پيرمنا سائين رحمةالله عليہ جن وٽ ڪين هڪ بهترين شاعر توڙي نعت خوان جو اعزاز مليل هو. جيڪڏهن ڪو نئون شاعر ڪا نعت، منقبت يا ٻي ديني شاعري لکي ايندو هو تہ حضرت پيرمنا رحمةالله عليہ جن نظرثاني لاءِ حاجي احمد حسن رحمةالله عليہ جن کي حڪم فرمائيندا هئا.

درگاهہ فقيرپور شريف راڌڻ ضلع دادو ۾ ساليانہ 3 ڏهاڙا جاري رهندڙ تربيتي پروگرام 3 جنوري 2010ع تي سندن مرشدن ڪريمن حضرت قبلہ محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن سڏ ڪري پاڻ سان گڏ اسٽيج تي ويهاري سندن خوبيون بيان ڪرڻ بعد سموري جماعت سامهون پنهنجي چادر مبارڪ پارائي "ترجمانِ محبتِ پير" جي لقب سان نوازيو ۽ ان موقعي تي مرشدن ڪريمن سندن پوٽي طور (عاجز رحمت الله لاشاري) جو ذڪر پڻ ڪرڻ فرمايو آهي.

حاجي احمد حسن جي شاعري جو ڪتاب "آهون احمد حسن جون" پڻ شايع ٿيل آهي.

پاڻ 3 شاديون ڪيون، جن مان 3 فرزند حاجي علي گوهر، غلام سرور ۽ محمد صالح سميت ٻن نياڻين جو اولاد آهي.

پاڻ آخري وقت ڪجهہ عرصو عليل رهڻ بعد 11 آڪٽوبر 2015ع بمطابق 26 ذوالحج 1436هہ آچر جي ڏينهن علاج لاءِ نيئندي حضرت قلندر لعل شهباز رحمةالله عليہ جي شهر سيوهڻ شريف ۾ وصال ڪيائون. ۽ سندن وصيت موجب ڄامشورو ۾ عاجز رحمت الله لاشاري جي گهر ۾ تڪفين ۽ نماز جنازه بعد سندن ميت ضلع قمبرشهدادڪوٽ جي تعلقي وارهہ شهر ڳاجي کهاوڙ کان اولهہ ۾ ڪجهہ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي قائم ڳوٺ ڪڙيو سبڙ خان جيڪو سندن تبليغي مرڪز رهيو هو ۽ ان جي جامع مسجد جو پلاٽ پڻ سندن وقف ڪيل هو، ان جي صحن ۾ ابدي آرامي آهن.

واضح رهي تہ طاهري جماعت جي جماعت جو ترانو "دن جيئڙي هوسان جو جڳ دي اندر، تيڏي چوڙ ويسان دربار نہ مئين" جو تخليقڪار بہ هيءُ ئي عاشق رسول شاعر آهي.

****

# مسلم نوجوانن لاءِ دعوتِ فڪر و عمل

## حضرت مولانا محمد حسن اونوطاهري حصو پيو

**اڄ** جو مسلمان نوجوان جڏهن ڪنهن غير مسلم ملڪ ۾ وڃي ٿو ان کي ڏسي غير قومون حيرت ڪن ٿيون ته ڇا صدين تائين هنن اسپين تي حڪمراني ڪئي؟ ڇا هنن ايران ۽ شام کي فتح ڪيو؟ ان جو جواب هيءُ ئي ٿي سگهي ٿو ته:

**جن ڪيئي محمد ﷺ جي غلامي، اهي باعث افتخار ٿي ويا**
**جن ڪئي دنيا جي غلامي سي ذليل و خوار ٿي ويا**

نبي اڪرم ﷺ جن جي غلامن مان هڪ نوجوان **شيخ احمد سرهندي** مجدد و منور الف ثاني رحمة الله عليہ جن به هئا جن ڇهن ورهين جي عمر ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيو. 17 يا 18 سالن جي عمر ۾ تمام ديني علمن مان فارغ ٿي تصوف جي ميدان ۾ قدم رکيائون. تصوف جي چئني سلسلن ۾ ڪمال حاصل ڪري تقريبًا 20 ورهين جي عمر ۾ مسند نشين ٿيا. اصلاح معاشره لاءِ محنت ۽ تجديد دين جو ڪم شروع ڪيائون. سندن واحد شخصيت هئي جنهن باطل دينِ اڪبري جي خلاف آواز اٿاريو. ڪافي تڪليفون سهي دين اڪبري جا سڀ نشان ميٽي ڇڏيائون. دين اسلام کي سرفرازي حاصل ٿي. جهانگير بادشاهه به سندن جي حلقه ارادت ۾ آيو پر ملت اسلاميہ جو اڄ جو نوجوان ديني توڙي دنيوي علمن ۾ گهٽو پوئتي آهي باطل جي خلاف آواز اٿارڻ بجاءِ باطل جو آله ڪار بڻيل آهي. جيستائين مسلمان خصوصًا نوجوان نبي اڪرم ﷺ جا پيروڪار رهيا ته هرطرح جون ڪاميابيون حاصل ڪيائون ۽ سائنس جي ميدان ۾ به ٻين قومن کان اڳتي وڌي ويا.

ابن الهيثم جهڙو علم طبعيات جو ماهر، بوعلي جهڙو ذولاجسٽ ۽ ڊاڪٽر مسلمان هئا جن جا ڪتاب اٺ سؤ ورهين تائين يورپ جي يونيورسٽين ۾ پڙهايا ويندا هئا. ان کان علاوه **جابر بن حيان** جو شمار ڪيمسٽري جي بانين ۾ ٿيندوآهي. علي بن عيسيٰ، عباس بن سعيد ۽ ٻين ناميارن سائنسدانن جو تعلق به

اسلامي معاشري سان هو. اهو مجون تا تہ انهن مان ڪن وڏي عمر ۾ پهچي ڪاميابيون حاصل ڪيون پر انهن جوانيءَ ڪان ئي تجربات ۽ مشاهدات ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيا هئا. اڄ جي مسلم نوجوانن وانگر نہ جو اول تہ سائنس جي مفيد ۽ اهم مضمونن ۾ دماغ ڪو نہ ويڙهائين. اگر ٿورو علم پڙهي وجن تہ اظهارِ عزت لاءِ ماده پرستي يا باطل مذهبن ڏانهن راغب ٿي غير نصابي مصروفيتن ۾ مشغول ٿيو وجن. هن دور ۾ تہ تعليم ڪي ذريعہ معاش سمجهي حاصل ڪيو وڃي ٿو.

ڇا! امتِ اسلاميہ جي نوجوانن کي فڪر ڪرڻ نہ گهرجي تہ اسان جي اسلاف جي علمي معيار، اخلاق و ڪردار، جذبہ جهاد، همت و شجاعت، اخوت وايثار، محبت و شفقت، عبادت و رياضت، محنت و مشقت، خودشناسي، خدا شناسي ۽ عشق الٰهي ۽ محبت رسول ﷺ ڪان ايترو پوئتي ڇو پئجي ويا آهيون...؟

اڄ اسين زلزلن ڪان ڊڄون ٿا مگر ڪڏهن اسين خود زلزلو هئاسين، اڄ اسين اونداهين ڪان خوفزده آهيون، مگر ڪڏهن خود روشني هئاسين، اڄ اسين پُسي وڃڻ جي خوف ڪان تدبيرون اختيار ڪيون ٿا ڪڏهن تہ اسين سمنڊ ۾ بہ ڪاهي پوندا هئاسين، ايمان وارن جي قدمن رکڻ سان پهاڙ بہ لرزندا هئا، مگر تيز هوائون ڪين لوڏي بہ نہ سگهنديون هيون. (**قلندر**)

**اخلاق حسنہ:**

**مسلمانن ۾ ڪامل ايمان وارو اهو آهي جنهن جو اخلاق سڀ ڪان سٺو آهي.**

**توهان مان ڀلو اهو آهي، جنهن جو اخلاق سڀ ڪان ڀلو آهي.**

**ماڻهن کي الله تعاليٰ جي طرفان جيڪي شيون مليل آهن انهن ۾ سڀ ڪان بهتر سٺا اخلاق آهن.**

**الله جي ٻانهن ۾ الله کي سڀ ڪان وڌيڪ پيارو اهو آهي جنهن جا اخلاق سڀ ڪان سٺا آهن.**

**مون کي سڀ ڪان زياده پيارو ۽ مون کي زياده قريب اهو آهي جيڪو توهان ۾ خوش اخلاق آهي ۽ مون کي ناپسند ۽ قيامت جي ڏينهن مون ڪان ڏور (پري) اهو هوندو جيڪو توهان مان بداخلاق هوندو**

**چونڊ: ڪامران علي چانڊيو ، اڪبر ميمڻ / مٽياري**

# دل جون بيماريون ۽ انَ جا اسباب

## ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ

**دل** انسان جي سيني اندر کابي پاسي گوشت جو هڪ ننڍڙو ٽڪرو آهي،جنهن ۾ قدرت واري عجيب سسٽم رکيا آهن، ان دل کي چئن حصن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي، انهن مان ٻه حصا (Right Atrium) ساڄي پاسي ۽ ٻه حصا کابي پاسي ۽ آهن.

هونئن ته سيئي حصا پنهنجي پنهنجي ڪم جي لحاظ کان اهميت وارا آهن پر يعني کابو هيٺيون حصو نهايت ئي ڪم وارو آهي. جنهن ذريعي سڄي جسم کي رت پهچايو وڃي ٿو.

دل جي چئني حصن کي وري سنهي پردي ذريعي هڪٻئي کان جدا ڪيو ويوآهي، وري انهن پردن کي Valve ذريعي ملايو ٻه ويو آهي، جيئن هڪ حصي جو رت ٻئي حصي ۾ وڃي سگهي پر وري واپس اُهو رت ساڳئي حصي داخل ٿي نه سگهي.

اُهي Valve پنهنجيپنهنجي مقرر ٽيل ۽ مخصوص رفتار سان کُلندا ۽ بند ٿيندا رهن ٿا. خدانخواسته ڪنهن سبب ڪري انهن Valves جي کُلڻ ۽ بند ٿيڻ جي رفتار ۾ توازن بگڙجي ويو يا انهن سان ڪو Valve ڪنهن ٻه سبب ڪري ڪمزور ٿي ويو، يا سوڙهو ٿي ويو يا وڏيڪ ويڪرو ٿي ويو يا وري پيدائشي طور تي انهن ۾ نقص هجي ته پوءِ اهڙن سمورن شخصن کي Valvular Disease وارا مريض چيو ويندو اهي. ۽ انهن جو گهڻو ڪري آخري علاج Surgery ئي هوندو آهي.

ان کان علاوه دل جي گوشت جي ٽڪري کي صحيح سلامت رکڻ لاءِ پاڻ کي ٻه ذاتي طور تي رت جي ضرورت هوندي آهي جيئن جسم جي ڪنهن حصي کي رت نه پهچندو آهي ته اُهو نيرو يا ڪارو يا وري صفا اڇو ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح دل وارو گوشت ٻه رت نه ملڻ ڪري نيرو يا اڇو ٿي ويندو آهي.

هونئن ته دل جي کابي حصي جو ڪم آهي جسم جي مختلف حصن ڏانهن رت پهچائڻ. پر خدانخواسته ڪنهن سبب

ڪري دل جي پنهنجي ئي حصي کي مقرر ٿيل مقدار ۾ رت پهچي نه سگهي يا ان رت ۾ ضرورت آهر آڪسيجن جو مقدار موجود نه هجي ته پوءِ دل جو اهو حصو سيڪنڊن ۾ ئي پنهنجوڪم گهٽائڻ شروع ڪندو آهي ۽ ڪجهه وقت گذرڻ بعد اُهو حصو ڪم ڪرڻ ئي ڇڏي ڏيندوآهي. نتيجي طور ان ماڻهوءَ کي دل جي دوري يا Heart Attack جي صورت ۾ بيماري ظاهر ٿيندي آهي.

ان ڪان اڳ جو ڪنهن اِهو شڪ ۽ گمان ٿئي ته ڪٿي ان کي اهڙي بيماري ته نه آهي، ان لاءِ ڪجهه نشانيون پيش ڪجن ٿيون. انهن مان ڪافي اهڙيون نشانيون به هونديون آهن جو محسوس ائين ٿيندو آهي ته شايد دل جي بيماري ٿي رهي آهي. پر ائين هوندو نه آهي. ڪافي نشانيون ٻين بيمارين سان ملندڙ جلندڙ هونديون آهن. پر اهڙن آثارن جي ظاهر ٿيڻ جي صورت ۾ جاچ پڙتال يا Investigation ڪرائڻ ضروري آهي ۽ انهيءَ خوشفهمي ۽ مغالطي ۾ نه رهجي ته مونکي ته دل جي بيماري آهي ئي ڪانه!.

دل جي بيمارين جي اهم نشانين مان هڪ نشاني ساهه جو سوڙهه يا مونجهه اگر ڪجهه ڪم ڪار ڪرڻ بعد شروع ٿئي ٿي ته اُها دل جي بيماريءَ طرف اشارو ٿي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ ته دل جي اندر موجود Valves جي صحيح نه کلڻ ۽ بند نه ٿيڻ سبب به ساهه جي تڪليف ٿيندي آهي. ۽ دل جي ڪم ڪرڻ لاءِ ۽ ڦڦڙن کي رت صاف ڪرڻ لاءِ صحيح مقدار ۾ رت ۽ آڪسيجن جو گهربل مقدار نه ملي سگهندو آهي ۽ رت ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو مقدار وڌندو ويندو آهي، ان ڪري به ساهه جي مونجهه ٿيندي آهي ۽ ساهه ٻوساٽبو ويندوآهي يا ائين ڪٿي چئجي ته دل جي بيماريءَ سبب دل جي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت يا Capacity گهٽ ٿي ويندي آهي. ۽ ٿورو به Load وڌي ويندو اٿس ته اُهو شخص هڪدم ساهه جي تڪليف محسوس ڪندو.

اگر ڪا ٻي بيماري يعني دم، سهڪو يا پراڻي کنگهه، T.B، زڪام يا الرجي وغيره جي پراڻي بيماري نه هجي ته پوءِ ساهه جي مونجهه ۽ سهڪي کي دل جي بيماري سمجهي وڌيڪ تشخيص ڪرائڻ جي ضرورت هوندي آهي ۽ اهڙي ساهه جي تڪليف کي Cardiac Asthma چيو ويندو آهي.

جڏهن دل کي پنهنجي خوراڪ جي پورائيءَ لاءِ پنهنجن شريانين ذريعي پورو رت ۽ گهربل آڪسيجن جومقدار نه پهچندو

آهي تہ نہ رڳو ساهہ جي مونجهہ پيدا ٿيندي آهي پر ان کي سيني ۾ سور بہ ٿيڻ محسوس ٿيندو آهي، اگر اُهو سور ٿوري وقت لاءِ هلي ۽ پاڻ ئي ختم ٿي وڃي ۽ ڪجهہ وقت آرام ڪرڻ بعد وري نہ ٿو ٿئي تہ پوءِ اُهو سور دل جي بيماريءَ بب نہ پر گئس، ٿڪاوٽ، ڪمزوري يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري بہ ٿي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن اهو سور مستقل طور تي هلندو رهي ۽ آرام ڪرڻ سان بہ نٿو گهٽجي پر سور جي شدت ۾ اضافو ٿيندو رهي تہ پوءِ ان کي دل جو سور سمجهين شروعاتي Test ڪرائڻ گهرجن ۽ پنهنجو گهربل علاج ڪرائڻ گهرجي.

دل جو ڌڪو: (Palpitation) يعني دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار تيز هلڻ.دل جي ڌڪي ۾ ماڻهوءَ جو توجہ هميشہ دل جي رفتار طرف هوندو آهي اُهو هر هر پنهنجي نبض پيو ڏسندو رهندو آهي. ان سبب بہ پريشانيءَ ۾ وڏاوڏاساهہ پيو کڻندو آهي ۽ ماڻهوءَ کي دل ٻاهر نڪرندي محسوس ٿيندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن دل جي رفتار ياڌڙڪڻ7_6 ڌڙڪن ڪانپوءِهڪ دفعو رڪجي ويندي آهي يا هلندي هلندي رفتارتيز ٿيندي آهي تہ انکي Irregular Pulse چوندا آهن

دل جي ڌڙڪن جو تيز ٿيڻ گهڻو ڪري ڳلي جي غدودن جو وڌڻ Hyper Thyroidism يا Anxiety پريشانيءَ واري حالت ۾ بہ ٿيندو آهي. پر ان جو واسطو دل سان گهٽ هوندو آهي. پر اگر ڪنهن شخص کي اڳ ۾ ئي دل جي تڪليف رهندڙ آهي تہ پوءِ اهڙي شخص کي Palpitation تي توجہ ڏيڻ جي ضرورت آهي. ورزش دوران يا ڪنهن پريشانيءَ واري حالت ۾ يا ڪنهن سان تيز ڳالهائڻ وقت يا غصي يا جذباتي هجڻ واري حالت دوران بہ دل جي ڌڙڪن تيز ٿي ويندي آهي. دل جي بيمارين ۾ نهايت اهميت واري ۽ پريشان ڪُن صورتحال بلڊپريشر هوندو آهي جنهن جو روز مره جي زندگيءَ تي تمام گهڻو اثر ٿئي ٿو. ان تي بہ بحث ڪرڻ تمام ضروري آهي. چاڪاڻ تہ حضور قبلہ عالم محبوب سڄڻ سائين مدظلہ جن پڻ وقتا فوقتا تمام فقراء کي بلڊپريشر ڏانهن توجہ ڏيڻ جي هدايت ڪندا رهندا آهن تہ پنهنجو بلڊپريشر چيڪ ڪرائيندا رهو ڪٿي ائين نہ ٿئي جو پوءِ علاج ڪرائڻ ۾ دير ٿي وڃي.

انشاءَ الله **الاصلاح** جي ايندڙ شماري ۾ بلڊپريشر تي تفصيلي بحث شامل ڪيو ويندو.

## انمول ڳالهيون

جڏهن انسان دنيا مان نڪري ويندو آهي تہ اڪيلو ٿي ويندو آهي پر جڏهن دنياانسان جي دل مان نڪري ويندي آهي تہ هو ولي بڻجي ويندو آهي.

دنيا ۾ خوبصورت ماڻهن جي تلاش نہ ڪريو، پر پاڻ خوبصورت بڻجي وڃو تانتہ ڪنهن جي تلاش پوري ٿي وڃي.

حقيقي خوبصورتي جو سرچشمو تہ دل آهي جيڪڏهن دل صاف نہ آهي تہ اهي چمڪندڙ اکيون ڪهڙي ڪم جون آهن.

ننڊ اڌ موت آهي ۽ موت مڪمل ننڊ آهي.

خاموشيءَ جو ادب ڪريو، هيءَ آوازن جي مهندار آهي.

زندگي تبديل ڪرڻ لاءِ تہ وقت ملندو آهي مگر وقت کي تبديل ڪرڻ لاءِ وري زندگي ناهي ملندي.

**چونڊ: حافظ محمد يوسف تگڙ/ پليجاڻي اسٽيشن**

## آخرت جي رستي تي چارشيون

1: ٻُڪَ

2: انسانن طرفان ايذاءُ.

3: شيطان جون حرڪتون

4: هڪ ٻئي پنيان مصيبتن جو اچڻ

(اقتباس: امام غزالي (منهاج العابدين)

**چونڊ: اريج زهري جوڻيجو**

## قول امام غزالي

** محتاجن کان مهانگو مال خريد ڪرڻ بهترين احسان آهي ۽ صدقہ کان بهتر آهي.

**موڪليندڙ: احسن شر طاهري**

## بخيل ڪير آهي؟

حضرت علي ڪرم الله وجهہ کان روايت آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ اصل ۾ بخيل شخص اهو آهي جنهن جي سامهون منهنجو ذڪر ڪيو وڃي ۽ هو مون تي درود شريف نہ پڙهي.

(ترمذي،مشڪواة ص 87)

**چونڊ: عاقب رضا ٿهيم / محمود ٿهيم**

# اسلامي شاعري جي شرعي حيثيت

**ٻين قسط**

**”عاجز“ رحمت الله لاشاري طاهري**

**ٻئي** طرف جاهلي دور جو سرسري مطالعو ٻڌائي ٿو ته انهن ڏينهن ۾ شاعر کي معاشري ۾ هڪ وڏو اعليٰ مقام حاصل هوندو هو. عربي پهاڪي مطابق شاعر، پنهنجي قبيلي جو غيبي طور رهنمائي ڪندڙ، صلح واري حالات ۾ سندن رهبر ۽ جنگ جي ڏينهن ۾ سندن سوڀارو پهلوان هو.

سندن اڻ لکيل لفظ بيابانن ۾ به تيرن کان جلدي پهچندڙ هئا. خانه بدوش عرب جڏهن ڪنهن چراگاه وٽ پهچندا هئا ته خيمن کوڙڻ کان اڳ شاعر جي راءِ وٺڻ کي وڏي اهميت ڏيندا هئا.

علامه جلال الدين سيوطي پنهنجي مشهور تصنيف ۾ ابن رشيق قيرواني جو قول درج ڪري ٿو ته:

جڏهن به ڪنهن عرب قبيلي ۾ شاعر ظاهر ٿيندو هو ته سڀ قبيلا اچي ان جي ظاهر ٿيڻ تي کين مبارڪون ڏيندا هئا. سنا ڪاڄ تيار ٿيندا هئا، عورتون گڏ ٿي سارنگيون وڄائينديون هيون، جيئن ڪنهن وڏي شاديءَ جي موقعي تي بندوبست ڪيو ويندو آهي. وڏا مرد توڙي نوخيز ڇوڪرا هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏيندا هئا. ڇاڪاڻ جو اهو نئون شاعر سندن آبرو جو حمايتي ٿيندو، سندن نسلن جو بچاءُ ڪندڙ، انهن جي ڪارنامن کي هميشه لاءِ جياريندڙ، انهن جي ذڪر ۽ نيڪ نامي کي صفحه دهر تي قائم رکندو.

عرب ٽن موقعن تي يقيني طور تي هڪ ٻئي کي مبارڪون ڏيندا هئا:

1: جڏهن ڪنهن قبيلي ۾ نر ٻار پيدا ٿئي.
2: يا ڪنهن خاندان ۾ شاعر نمودار ٿئي.
3: يا اصيل گهوڙي کو ڦر ڄڻي.

شاعر لاءِ اهو به مشهور هوندو هو ته هن کي مافوق الفطرت

قوتون حاصل آهن يا جِنَ سندس قبضي ۾ آهن.

نعتيہ شاعري جي ڪتاب "انت محبوبي" جي مهاڳ ۾ "محبوب سروري" لکي ٿو تہ:

نعت عربي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي صفت، نعتِ نبي ﷺ (نبي ﷺجي سهڻي صفت) جي ابتدا پهرين ذات باري تعاليٰ جل شانہ ڪئي. حضرت علي رضہ پنهنجي مدحت رسولﷺ کي نعت ۽ پاڻ کي "ناعت" (نعت گو) چيو ۽ وڏا وڏا صحابہ ڪرام رضي الله عنهم نعت گوئي ڪرڻ لڳا جنهن ڪري نعت جي قدر و قيمت وڌي وئي. هاڻي نعت جي معنيٰ لغوي حيثيت بدلائي نئين معنيٰ اختيار ڪئي يعني "سهڻي صفت" يا "سني ساراهہ" نعت جو لفظ صرف حضور ﷺ جن جي شان ۾ چيل نظم لاءِ مخصوص ٿي ويو. نعت گوئي جي صنف فنِ شاعري ۾ هڪ نئون، منفرد، اعليٰ ارفع ۽ مقدس مقام حاصل ڪيو. هاڻي نعت جا لوازمات، قاعدا قانون، اصول ۽ طريقا مقرر ٿي ويا، جيڪي صحابہ ڪرام رضي الله عنهم جن وضع ۽ واضح ڪيا مثلاً:

نعت جو مقصد رسول ﷺ جي شان، اسوه حسنہ يا اخلاق حميده تي خوبصورت اشعار، جن جو شريعت سان تصادم نہ هجي، جنهن ۾ موسيقي جو نہ دخل آهي نہ اجازت، نعت ۾ وقار ۽ معيار کي خاص طرح ملحوظ رکيو ويو. هل هنگامي، شورو غل، گوڙ گهمسان بدران پُرسڪون طريقي سان مدحتِ مرسل ﷺ ۾ جوشِ ايمان عقيدي ۽ ايقان جو اظهار ڪرڻ ضروري آهي.

واضح رهي تہ هتي "قوالي" نعت جي بنيادي اصولن جي دائري کان خارج ٿي وڃي ٿي، جنهن ۾ ڍولڪ طبلي، هارمونيم ۽ بين سازن ۽ سازيندڙن جو ٽولو ۽ تاڙين جي نوڪ سان گڏوگڏ قوالن ۽ همنوائن جي غير ضروري ۽ غير سنجيده اداڪاري، نعت جي تقدس، معيار ۽ فضا کي مجروح ڪري ڇڏي ٿي.

نعت لاءِ ضروري آهي تہ نعت گو شاعر جي دل حبِ رسالت ﷺ ۾ سرشار رهي. سندس الفاظ ۾ صداقت ۽ ادائگي ۾ محبت هجي.

**(هلندڙ)**




قارئين جي تحريري صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ هي سلسلو شروع ڪيو ويو آهي، جنهن جا نتائج بهترين اچي رهيا آهن، آئينده شماري لاءِ موضوع آهي ”برداشت پيدا ڪيئن ڪجي؟“، قلم ڪٹو ۽ 50 لائينن تي مشتمل جامع ۽ حقائق تي مبني تصديق شده تحرير ارسال ڪريو، زياده ڊگهي تحرير مقابلي ۾ شامل نه ڪئي ويندي، اداري جو مراسله نگار سان متفق هجڻ ضروري نه آهي، مضمون اماڻڻ جي آخري تاريخ 25 هين فيبروري 2016ع آهي.

# حلال روزيءَ ان جي برڪت

مولانا عبدالڪريم آلڪاٽي /ٽنڊو غلام حيدر

بسم الله الرحمٰن الرحيم

يَاأَيُّهَاالَّذِينَ آمَنُوا كُلُوا مِنْ طَيِّبٰتِ مَارَزَقْنٰكُمْ. (پ 12)

هن آيت ۾ الله تعالىٰ مومنن سان خطاب فرمائي ٿو: ”اي ايمان وارؤ، اسان جون ڏنل پاڪ ۽ صاف شيون کائو.“

منهنجا پڙهندڙ دوستو، جائز طريقي سان حلال رزق ڪمائڻ ۽ کائڻ ائين ئي فرض آهي جهڙي طرح ٻيا ارڪان اسلام فرض آهن يعني مسلمانن جي لاءِ نماز، روزن جيان حلال روزيءَ جو ڪمائڻ ۽ کائڻ به فرض آهي. جيئن حديث شريف ۾ آهي:

حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو فرض شين کان بعد هڪ ٻيو فرض رزق حلال جي تلاش آهي، يعني حلال جي لقمي (گرهه) کائڻ جي لاءِ حلال جي روزي ڪمائڻ ضروري آهي، چو ته حلال جي ڪمايل روزيءَ سان حلال جو لقمو ملي سگهي ٿو. رسول الله ﷺ جن فرمائن ٿا جيڪو شخص لڳاتار حلال جي روزي کائي ٿو ۽ ان ۾ حرام جو هڪ ذرو به ملڻ نه ٿو ڏئي ته الله تعالىٰ ان جي دل کي پنهنجي نور سان روشن ڪري ڇڏي ٿو ۽ حڪمت جا چشما سندس دل ۾ جاري ڪري ٿو.(ڪيمياءِ سعادت ص 214)

قرآن مجيد ۾ (پاره نمبر 18 سورة مومنون ۾) الله تعاليٰ پنهنجي پيغمبرن رسولن جي لاءِ بہ حلال ڪمائڻ ۽ حلال کائڻ کي پسند فرمائيندي امر تو فرمائي:

**ترجمو:** ”حلال روزي کائو ۽ نيڪ عمل ڪيو.“ ها! هتي هڪ ڳالهہ قابل غور آهي تہ الله تعاليٰ هن آيت ۾ پاڪيزه ۽ حلال روزيءَ جو پهريون حڪم فرمايو، نيڪ اعمال ۽ عبادت جو بعد ۾ تہ هن طرف اشارو آهي تہ اعمالِ صالحہ بہ ان وقت قبول ٿيندا، جڏهن لقمو بہ حلال جو پيٽ ۾ هوندو نہ تہ نہ اعمال قبول ٿيندا نہ عبادت. رزق حلال سان گڏ جيڪا آيت ۾ طيب جي صفت لڳائي وئي، ان جو مطلب آهي 1: جيڪي شيون روزي ۾ کائي اها بذات خود پاڪ هجن. 2: الله تعاليٰ انهن (شين) کي جائز قرار ڏنو هجي. 3: حلال طريقي سان حاصل ڪيو ويو هجي تہ ان رزق حلال جي کائڻ جو الله تعاليٰ حڪم فرمايو آهي.

حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ حضرت سعد بن ابي وقاص، حضور ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن دعا فرمائين تہ الله تعاليٰ مونکي مستجاب الدعوات (منهنجي هر دعا قبول ٿئي)، جواب ۾ حضور ﷺ جن فرمايو تہ حلال جو لقمو کائو، خود بخود اوهين مستجاب الدعوات ٿي ويندؤ. (ترمذي شريف)

**هڪڙي ماڻهوءَ جو ڪسب (ڪمائڻ)**

ڪيماءِ سعادت (ص 189) ۾ آهي تہ هڪ دفعي حضور ﷺ جن هڪ جاءِ تي تشريف فرما هئا تہ هڪ نوجوان صبح جو سوير پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پرسان گذري دوڪان تي هليو ويو، جنهن تي صحابہ ڪرام چيو تہ ڪيترو نہ ڀلو هجي ها جو هي شخص راه حق جي لاءِ ايترو سوير اُٿي ها، سندن جواب ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ ائين نہ چئو، جيڪڏهن هي (اهو شخص) ان ڪري ويو آهي تہ پنهنجي والدين، اهل عيال کي ماڻهن کان بي نياز رکي تہ ان جو اهو فعل بہ راه حق ۾ شامل آهي، جيڪڏهن فساد، فتنہ جي لاءِ ويوآهي تہ پوءِ شيطان جي رستي تي ويو آهي.

**رزق حلال جي برڪت:**

حلال رزق جي برڪت هن واقعي مان سج جيان ظاهر آهي.

سيد ابوصالح رحمةالله عليہ جي بک سبب هک صوف کائڻ ۽ ان جي بدلي ۾ 12 سال سيد عبدالله صومعي رحمةالله عليہ جي خدمت ۾ گذارڻ ۽ آخر ۾ عبدالله صومعي رحمةالله عليہ پنهنجي نياڻي ابوصالح کي نکاح ۾ ڏيڻ جو ان شرطن تي جو اکين مان انڌي، پيرن مان منڊي، هٿن کان معذور، ڪنن کان ٻوڙي، پر حقيقت ۾ پنهنجي مڙس کانسواءِ غير ڏسڻ لاءِ انڌي، غير ڏي وڃڻ لاءِ منڊي، غير ڏانهن هٿ وڌائڻ لاءِ روندي، غير جو آواز ٻڌڻ لاءِ ٻوڙي هئي.

ابوصالح جي رزق صوف کي حلال ڪري کائڻ جي برکت سبب اهڙي نيک پارسا خاتون نکاح ۾ ملي. ان رزق جي دولت جيکو اولاد ٿيو اهو سيني پيرن جو اڳواڻ سيدعبدالقادر جيلاني جهڙو جوان ٻچڙو الله تعالیٰ عطا فرمايو، اهو ان رزق حلال جي برکت آهي. (بحوالہ سيرت غوث اعظم ص 126)

********************

# حلال روزي ۾ ئي برکت آهي

## مولانا ثناءُالله بروهي / مٽياري

**حلال** روزي جي تلاش ۾ محنت مزدوري ڪرڻ وڻج واپار ڪرڻ ڪو اجايو ڪم نہ آهي پر نبين ۽ ولين جي سنت آهي. پاڻ سڳورا ﷺ پڻ واپار ڪندا هئا. امام اعظم ابوحنيفہ ۽ سيدنا عبدالقادر جيلاني پڻ واپار ڪندا هئا.

حلال روزي ڪمائڻ حلال ڪري پاڻ ۽ پنهنجن ٻچڙن کي کارائڻ سنت آهي. حلال جي روزي کائڻ سان برائين کان بچي سگهجي ٿو. روزي ۾ برکت ٿئي ٿي. حلال جي روزي جي پيسي ۾ برکت هوندي آهي. حرام جي ڪمائي جي خبر ئي ناهي پوندي ڪٿان ايندو آهي ۽ ڪاٿي خرچ ٿي ويندو آهي. روايت ۾ اچي ٿو تہ جيکو شخص حلال جي روزي مان پنهنجي اولاد کي جيکو لقمو کارائيندو تہ ان جي هر لقمي عيوض نيکي لکي وڃي ٿي. ان ڪري تہ چيو ويو آهي تہ محنت مزدوري ڪندڙ الله جو دوست آهي.

# سيدنا غوث الاعظم رحمة الله عليه

غلام نبي ميمڻ طاري /دادو

ارشادات: پنج وقت نماز پابندي سان ادا ڪريو * هرهڪ نماز کي ائين سمجهو تہ هيءَ نماز اوهان جي زندگي جي آخري نماز آهي.* فرائض ڪانپوءِ جڏهن سڻن ڪمن تي غور ڪريان ٿو تہ محتاجن، مهمانن کي ڪاڌو ڪارائڻ، عام و خاص سان خوشي خلقي ڪرڻ کان بهتر ڪنهن ڪم کي نٿو سمجهان. * اگر دنيا جي دولت ملي وڃي تہ مسڪينن ۽ فقيرن کي ڪاڌو ڪارايان. * جيڪو شخص پنهنجي علم تي عمل ڪندو آهي الله تعالى ان جي علم کي وڌائيندو آهي. * نهايت عاجزيءَ سان الله تعالى جي نعمتن جو اعتراف ڪرڻ "شڪر" ڪرڻ آهي. * جيڪو نيڪ ماڻهن سان ويهي ٿو ان ۾ اطاعت الاهي جو جذبو پيدا ٿي وڃي ٿو. * صوفي اهو آهي جيڪو دنيا سان تعلق ٽوڙي ۽ الله تعالى جي مخلوق جي خدمت ڪري.

ڪرامات غوث الاعظم : حضرت علامہ عبدالرحمٰن جامي عليہ الرحمة فرمائن ٿا تہ محبوب سبحاني جي هڪ مريد بيان ڪيو آهي تہ مان جمعي ڏينهن حضرت جن سان گڏ جامع مسجد ڏانهن وڃي رهيو هئس تہ ان ڏينهن ڪنهن بہ نہ سندن کي سلام ڪيو ۽ نہ سندن طرف توجہ ڪيو، مون کي عجب لڳو ۽ دل ۾ اها ڳالهہ سوچيندو رهيس تہ اڳ ۾ تہ هر جمعي تي سلام ڪندڙن ۽ ملڻ وارن جي رش ٿي ويندي هئي جو مسجد تائين پهچڻ بہ مشڪل ٿي ويندو هو ۽ تمام گهڻو وقت لڳندو هو، پر هن ڀيري ائين ڇو ٿو نظر اچي. اجا اهو دل ۾ خيال ڪيو تہ محبوب سبحاني جن ڪلي مون ڏانهن نهاريو ۽ ماڻهو سلام ڪرڻ شروع ٿي ويا. ايتري خلق آئي جو مون کي هلڻ جي واٽ نہ ٿي ملي. حضرت جن مون ڏانهن منهن ڪري فرمايو. "فقير تو بہ تہ اهو ئي چاهيو ٿي. خبر نہ اٿئي تہ الله تعالى ماڻهن جون دليون منهنجي قبضي ۾ رکيون آهن جيڪڏهن انهن کي متوجہ ڪيان تہ منهنجي هٿ ۾ آهي ۽ جيڪڏهن آزاد رهڻ لاءِ انهن کي ٻئي پاسي ڦيرائي ڇڏيان تہ بہ مرضي وارو آهيان. (نفحات الانس)

حضرت محبوب سبحاني رحمة الله عليہ هڪ ڀيري درياهہ جي ڪناري سان وڃي رهيا هئا تہ هڪ ٻڍڙي عورت روئي رهي هئي. ان کان پڇا ڪيائون تہ ڇو ٿي روئين؟ عرض ڪيائين تہ ٻارنهن سال ٿيا آهن جو منهنجو پٽ شادي ڪري درياهہ جي هُن طرف کان هِن طرف ٻيڙي ۾ اچي رهيو هو تہ اوچتو طوفان آيو ۽ اهي سڀ ٻيڙي ۾ سوار ٻيل ٻڏي ويا. اوهان دُعا فرمايو تہ اهي جيئرا ٿي وري اچن. حضرت محبوب سبحاني جن دعا فرمائي تہ اهي سڀ جو سڀ جيئرا ٿي تري آيا. (غنية الطالبين)

# سلسليوار الاصلاح جا اعزازي رپورٽر حضرات

| نمبر | نالو | شهر | موبائل نمبر |
|---|---|---|---|
| 01 | خليفه مولانا محمد حسن اوٺو | نواب شاهه | 03003226609 |
| 02 | خليفه عبدالقادر پيو طاهري | خيرپور | 03073722130 |
| 03 | خليفه شيردين طاهري | حيدرآباد | 03332721407 |
| 04 | محترم عنايت الله قريشي طاهري | ڄامشورو | 03003042070 |
| 05 | خليفه محمد اسماعيل طاهري | بدين | 03073030564 |
| 06 | محترم طارق حسين منگي طاهري | نوشهروفيروز | 03003763816 |
| 07 | محترم محمد رفيق سومرو طاهري | ڪشمور ڪنڌڪوٽ | 03337309565 |
| 08 | محترم حافظ انور علي ميمڻ طاهري | مٽياري | 03073263922 |
| 09 | محترم علي خان ابڙو طاهري | شڪارپور | 03158511762 |
| 10 | محترم طلحٰه محمد جوٽيجو طاهري | لاڙڪاڻو | 03352656765 |
| 11 | محترم محمد پنهل جوکيوطاهري | گڏاپ | 03212699633 |
| 12 | محترم غلام النبي ميمڻ طاهري | دادو | 03003273389 |
| 13 | ڊاڪٽرخليفه وجهه الدين ميمڻ | مورو | 03333407271 |
| 14 | خليفه محمد عاشق عباسي طاهري | دين پور شريف | 03072303083 |
| 15 | مولانا محمد نعيم شاهاڻي طاهري | فقيرپور شريف | 03003270315 |
| 16 | محترم نذرمحمد پنهور طاهري | قمبرشهدادڪوٽ | 03068230928 |
| 17 | محترم محمد اشرف ملڪ طاهري | پرياروڊ | 03012736898 |
| 18 | محترم خليفه ناصر حسين طاهري | گلشن حديد | 03043659645 |
| 19 | محترم ڪليم الله جوکيوطاهري | ٺٽو | 03212924884 |
| 20 | خليفه اصغر علي چنه طاهري | ميرپورخاص | 03003314416 |
| 21 | محترم ابوبڪر بوزدار طاهري | ٽنڊوالهيار | 03453711517 |
| 22 | محترم الله ڏنو سومرو طاهري | جيڪب آباد | 03342672908 |
| 23 | محترم محمد عارف مغل طاهري | سانگهڙ | 03332961646 |

# صحتمند رهڻ جا اصول

عبدالرب رتڙ طاهري

**انسان** لاءِ صحت جي حفاظت سڀ کان ضروري شيءِ آهي، مگر ان جي اهميت جي خبر اسانکي ان وقت پوي ٿي جڏهن پنهنجي صحت وڃائي ويهون ٿا، صحت کي برقرار رکڻ لاءِ سڀ کان ضروري شيءِ افراط و تفريط کان پرهيز مثلاً گهڻو کائڻ يا بلڪل بہ گهٽ کائڻ يا سڄو ڏينهن آرام ڪرڻ وغيره، خوراڪ جي گهٽتائي جي ڪري جيڪي بيماريون ٿين ٿيون تن ۾ هي شامل آهن:

1: سڪروي (وٽامن جي گهٽتائي). 2: رڪٽس (ڪيلشم ۽ وٽامن D جي گهٽتائي يعني هڏن جو ڪمزور ٿي وڃڻ.3: آسٽومليشيا (ڪيلشيم جي گهٽتائي نوجوان عورتن ۾).4: اينيميا (رت جي گهٽتائي)5: مراسمس (ٻارن جو سڪي وڃڻ)6: پيلا گرا (وٽامن بي ڪمپليڪس نڪوٽينڪ ايسڊ جي ڪمي) 7: نائيٽ بلائينڊنيس يعني رات جو نہ ڏسي سگهڻ)8: بيري بيري (وٽامن جي 1 جي ڪمي)

هتي هڪ ڳالهہ نوٽ ڪرڻ جي قابل آهي تہ خوراڪ جي گهٽتائي جي ڪري نہ صرف بيماريون ٿينديون آهن بلڪہ خوراڪ پوري کائڻ باوجود بہ ٿي سگهن ٿيون، ان جو سبب آهي تہ خوراڪ غيرمتوازن هجڻ يعني خوراڪ جا مڪمل جزا وٽامن،پروٽين، ڪيلشم، لوڻ وغيره نہ هجڻ آهن. ٻيو سبب تہ هاضمي جو نظام صحيح نہ هجڻ سان بہ بيماريون ٿينديون يا وري ڪي ماڻهو پيٽ جي صاف ڪرڻ لاءِ بار بار جلاب وٺندا رهندا آهن، انهيءَ سان بہ معدو تمام گهڻو ڪمزور رهندو آهي. گهڻي خوراڪ کائڻ سان بہ بيماريون جنم وٺن ٿيون اهي هي آهن: 1: ٿولهہ، 2: ذيابيطس (شوگر)، 3: بدهضمي،4: اپنڊي سائٽس، 5: هاءِ بلڊپريشر، 6: دل جو دورو، 7: فالج، 8: پتي جي سوڄ. صحت کي بهتر رکڻ لاءِ ورزش ڪرڻ تمام ضروري آهي، هڪ اندازي

مطابق تہ هر نوجوان شخص کي پنهنجي صحت کي برقرار رکڻ لاءِ روزانو گرمين جي موسم ۾ 4 ميل ۽ سياري ۾ 5 ميل پيادل هلڻ گهرجي. دنيا اندر ڊگهي عمر هميشہ انهن ماڻهن جي هوندي آهي جيکي هميشہ ورزش ۽ پيادل هلڻ جا عادي هوند آهن. صحت جي لاءِ ورزش کانپوءِ مناسب حد تائين آرام ڪرڻ بہ نهايت ضروري آهي، صحت جي بهتريءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 6 کان 7 ڪلاڪ ننڊ ڪرڻ ضروري آهي، جنهن سان جسم ۽ ذهن کي آرام ۽ سڪون ملي ٿو، سياڻن جو چوڻ آهي تہ جلدي سمهڻ ۽ سوير اُٿڻ بہ صحت لاءِ فائديمند عمل آهي.

## سٺي صحت جا چند اصول

1: جسم کي متوازن غذا ملڻ گهرجي.2: جسم کي تازي هوا ۽ سج جي روشني ميسر هجڻ گهرجي.3: سخت سردي ۽ گرمي کان بچڻ جو خاص خيال رکڻ گهرجي.4: جسم کي وچڙندڙبيمارين کان بچائڻ جوبندوبست رکڻ گهرجي5: گهٽي ڪاوڙ، پريشاني ۽ فڪر کان پاڻ کي بچائجي.6: نشو، سگريٽ چڪڻ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي.7: قبضي جو خيال رکڻ گهرجي، هرويرو بہ جلاب استعمال ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. 8: ڏندن جي حفاظت ۽ صفائي روز ڪرڻ گهرجي.9: روزانو غسل ڪرڻ، جسم صاف ۽ پاڪ رکڻ گهرجي.10: ماني کائڻ وقت گهڻو پاڻي نہ پيئڻ گهرجي. مانيءَ کان اڌ ڪلاڪ اڳ يا بہ ڪلاڪ کان پوءِ پيئڻ گهرجي. 11: گهڻا وڏا ساهہ کڻڻ گهرجن، جيئن ڦڦڙن ۾ هوا پهچي.12: کاڌي واري ٿانوَن توڙي شين کي ڍڪي رکڻ گهرجي ۽ پاروٿي کاڌي کان پاسو ڪجي.13: هٿ چڱي طرح صاف ڪري ماني کائڻ گهرجي.14: کليل هوا ۾ سمهڻ جو انتظام ڪجي.15:رات جو ماني کائڻ کانپوءِ ڪجهہ وقت چهل قدمي ڪرڻ گهرجي16: ماني کائڻ جو وقت مقرر ڪري ڇڏجي.17: بازاري چٽپٽيون شيون ۽ گرم مصالحي واريون چپس وغيره جي کائڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي.18: ڪنن ۾ ماچيس جون تيليون يا ڪانيون نہ وجهڻ گهرجن.19: سوڊا واٽر بجاءِ سادو پاڻي واپرائڻ گهرجي.0: چانهہ جو استعمال بہ حد اندر ڪرڻ گهرجي.




انچارج: عبيد الله کوکر

## لڙڪ ۽ مرڪ

لڙڪ ۽ مرڪ ٻئي انمول تحفا آهن، هنن جي حفاظت ۽ خرچ اهڙي ريت ڪيو، جو لڙڪ خالق جي اڳيان وهايو ۽ مرڪ مخلوق جي آڏو نڇاور ڪيو.

**چونڊ: گل منير ڪوهارو طاهري**

## فرمان حضرت سفيان ثوري

** ڏکهي خاموشيءَ کي لازم ڪري وٺو ان مان پرهيزگاري ملندي.

** دنيا جا حريص نہ ٻڌجو حفاظت ۾ رهندؤ.

**لعن طعن نہ ڪيو انسانن جي زبان کان محفوظ رهندؤ.

**حاسد نہ ٻڌجو سمجهہ ۽ فهم ۾ تيزي ايندي.

**موڪليندڙ: زيد محمد جوڻيجو**

## خوبصورت قول

ماڻهن جي عيبن کان اهڙي طرح غافل ٿي وڃو جيئن سمهڻ وقت دنيا کان غافل ٿي ويندو آهين.
بهتر کان بهتر اک اها آهي جيڪا پنهنجي عيبن کي ڏسندي رهي
جيترو تڪبر انسان جي دل ۾ داخل ٿي ويندو آهي اوترو ئي عقل ختم ٿي ويندو آهي ان ڪري ڪڏهن بہ پنهنجو پاڻ کي ايترو تڪبر وارو نہ سمجهو جو هر شخص توهان کي دل مان ڪڍي ڇڏي چاڪاڻ تہ جنهن شيءِ جي قيمت زياده ٿي ويندي آهي اڪثر ماڻهو ان کي ڇڏي ڏيندا آهن.

**چونڊ: ربنواز مري/ مٽياري**

## اقوال زرين

خدا تائين پهچڻ جي لاءِ ڪيترائي رستا آهن پر انهن مان خدا جو پسنديده رستو، مخلوق جي محبت آهي. (مولانا رومي)
جيڪي ماڻهو ڏک ۽ تڪليف کي محسوس ڪندا آهن اهي ڪڏهن بہ ٻين جي لاءِ ڏک جو سبب ناهن ٻڻجندا. (شيخ سعدي شيرازي)
استغفار انسان جي گناهن جي بار کي هلڪو ڪندوآهي. ڪثرت سان استغفار ڪندڙ شخص الله جو محبوب ٻڻجي ويندو آهي.
مشڪلات هميشہ بهترين ماڻهن جي حصي ۾ اينديون آهن. ڇاڪاڻ تہ اهي مشڪلاتن کي هميشہ بهترين طريقي سان انجام ڏيڻ جي صلاحيت رکندا آهن.

**چونڊ: معشوق علي مري / مٽياري**







ڊاڪٽر عبدالرحيم چنه بيدار طاهري/ ڪنديارو مان لکي ٿو ته الاصلاح بيحد پسند آيو، مڪتوبات امام رباني، شگر جي بيماري بابت مضمون ۽ خبرنامه پڙهي دل کي تمام گهڻو سڪون مليو، عاجز کي الاصلاح جو شدت سان اوسيئڙو رهندو آهي، سمورا سلسلا پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

***ڊاڪٽر صاحب، الاصلاح جي پسنديدگي تي ادارو شڪرگذار آهي.***

مولانا محمد حسن اونو /نوابشاهه مان لکي ٿو ته الاصلاح ڏسي بيحد خوشي ٿي ته رسالي کي سٺي ڪوشش طرف وڌايو ويو آهي. ڪجهه تجويزون عرض آهن: الاصلاح جي هر شماري ۾ حضور قبله محبوب سڄڻ سائين مدظله جن جو مضمون، فرمان يا هدايتون شامل ڪيون وڃن. مضمونن جو سٽاءُ صفحي 3 تي ئي مناسب آهي. هر صفحي جو فوليو صفحي جي آخر بجاءِ مٿان ڪان لکيو وڃي ته بهتر ٿيندو.

***مانوارا سائين! ادارو اوهان جي آراء وتجاويز جو احترام ڪري ٿو.***

حافظ انور علي ميمڻ طاهري /مٽياري ڪان لکي ٿو ته الاصلاح لاءِ ڪجهه تجويزون آهن: هر شماري ۾ سيدي و مرشدي محبوب سڄڻ سائين مدظله جن جو خطاب مڪمل يا قسطوار شايع ڪيو وڃي. انعامي مقابلي لاءِ جن دوستن جا ڪجهه سوال غلط ٿين انهن کي به رسالي۾ شامل ڪيو وڃي ته جيئن هو آئنده ان جي اصلاح ڪري سگهن ۽ رسالي ۾ لکندا رهن. ڪجهه دوستن پاران مختلف سلسلن ۾ حصو وٺڻ لاءِ لکڻيون اماڻيون آهن، اميد ته شامل ڪندا.

***انور صاحب، قيمتي راءِ ڏيڻ تي ادارو ٿورائتو آهي، مواد شامل آهي.***

عبدالڪريم آلڪاٽي طاهري/ٽنڊو غلام حيدر ڪان لکي ٿو ته الاصلاح جو مطالعو ڪيم، تمام گهڻو وڻيو، دل ۾ خيال ٿيو ته الاصلاح کي پنهنجي نون دوستن تائين به پهچائجي، ڪاپيون خريد ڪري انهن دوستن تائين پهچايون، جن پڙهي خوشي جو اظهار ڪيو ۽ چيو ته وري جڏهن به نئون شمارو اچي ته اسان تائين ضرور پهچائجو ته جيئن اسين اهو وري پنهنجن ٻين نون دوستن تائين پهچايون.

*** آلڪاٺي صاحب! اوهان جهڙن دوستن جو اهڙو ئي تعاون هميشه رهندو ته اسان کي بيحد خوشي ٿيندي. مستقل ميمبر بڻائڻ لاءِ تعاون فرمايو. دوستن کي الاصلاح خريد ڪرڻ جي به ترغيب ڏيو.***

سراج الدين گورگيج /وارهه کان لکي ٿو ته الاصلاح تمام گهڻو پسند آيو، رسالي ۾ فقهي مسئلن جي سوالن جوابن واري سلسلي کي مستقل رکيو وڃي ته پڙهندڙن کي وڏيڪ فائدو ملي سگهي.

**** سراج صاحب، اوهان جي تجويز لاڳاپيل اختيارين تائين پهچائي وئي آهي.***

محمد عارف ميمڻ/ درگاهه غريب آباد لاڙڪاڻو کان لکي ٿو ته الاصلاح پڙهي ڪافي ديني، اصلاحي معلومات حاصل ٿي، تازي شماري جا رسالا خريد ڪري دوستن ڏانهن گفٽ ڪري موڪليم، منهنجي گذارش آهي ته الاصلاح کي ماهوار ڪيو وڃي ته ڪافي فائدو ٿيندو. انعامي ڪوپن جي پويان جاءِ خالي رکي وڃي ته بهتر ٿيندو.

**** عارف ميمڻ صاحب، في الحال ماهوار ڪرڻ جو ارادو ناهي، پسنديدگي ۽ دوستن تائين الاصلاح کي پهچائڻ تي ادارو اوهان جو ٿورائتو آهي.***

راجه منصور عباسي/ درگاهه الله آباد شريف مان لکي ٿو ته الاصلاح جو تازو شمارو هٿن ۾ آهي، خوبصورت ٽائيٽل ۽ مڪتوبات امام رباني، سهڻو سائين اهل الله، سيد جيئل شاهه رحمةالله عليه ۽ ٻيا مضمون پڙهي دل کي سرور مليو، رسالي جي ڪاميابي لاءِ دعاگو آهيون.

**** راجه صاحب، الاصلاح کي پسند ڪرڻ تي اوهان جي مهرباني.***

محمد معصوم گورگيج طاهري لکي ٿو ته الاصلاح جي تازي شماري جو مطالعو ڪيوسين، ڪجهه دوستن کي الاصلاح تحفه طور اماڻيوسين

**** معصوم صاحب، دوستن کي تحفه طور الاصلاح ڏيڻ سان گڏوگڏ ڪين خريد ڪرڻ ۽ مستقل ميمبر ٿيڻ لاءِ به ترغيب ڏيو. اوهان جي وڏي مهرباني.***

محمود گجو محموداڻي / سانگهڙ مان لکي ٿو ته مان الاصلاح رسالي جو مستقل خريدار بڻجڻ چاهيان ٿو، شرائط ۽ ضوابط کان آگاهه ڪندا.

**** محمود صاحب، اوهان الاصلاح جي سرڪيوليشن مينيجر صاحب سان ڏنل نمبر تي رابطو ڪري معلومات حاصل سگهو ٿا.***

**الاصلاح ۾ خط لکي حصو وٺندڙ دوستن جا نالا :**

**ڊاڪٽر سلمان پيٽي، ڊاڪٽر جنسار سومرو، ڊاڪٽر اڪبر نانگراج، محمد ابراهيم کوکر، هارون ڪلهوڙو، عبدالهادي گورگيج بخشي، نورمجتبيٰ راشدي، طيبه اطهر علي ابڙو، واحد بخش طاهري، سجاد علي، ميرمصطفيٰ، نديم احمد، زبير، شرف الدين، گل منير کوهارو، قربان علي پلھه طاهري.وزير چنو، سڄڻ کوهارو، قربان پلھه.محمد احسن شر. مسرور اسرار احمد، امان الله پالاري، وسيم پنهور،جيون خان**

# ****تعليمات امام رباني****

## ملڻ جا هنڌ:

1: الاصلاح پبليڪيشن دادو، غلام نبي ميمڻ طاهري، رحمان آٽوز، نزد TCS آفيس، ڊگري ڪاليج روڊ دادو. 03003273389.
2: ادارة المعرفة "وفا"طاهري، درگاه الله آباد شريف ڪنڊيارو،ضلع نوشهروفيروز. 03003159721
3: اداره خدمة القرآن والسنة شاهپورجهانيان ضلع نوابشاهه
4: مولانا محمد حسن اوٺو طاهري، M صادق هارڊ ويئر اسٽور، غلام حيدر شاه ڪالوني نزد قاضي احمد موڙ نوابشاه. 03003226609
5: محمد بخش جوڻيجو طاهري،شاهنواز پٽو ڪالوني،P/O نئون ديرو ضلع لاڙڪاڻو 03003331703
6: مولانا نعيم احمد شاهاڻي، درگاه فقيرپورشريف، راڌڻ اسٽيشن ضلع دادو 03003270315
7: مولانا عبدالقادر پيو طاهري، پرائمري اسڪول راڻي پور ضلع خيرپور. 03073722130
8: محترم عنايت الله قريشي، قريشي جنرل اسٽور، نزد ڦاٽڪ، مين روڊ ڄامشورو. 03003042070
9: مولانا ڊاڪٽر وجهه الدين ميمڻ طاهري ، ڪوري محله مورو. 03333407271
10: مولانا محمد عاشق لُنڊ طاهري. 03007068978
11: محترم علي شير شيخ، مسجد عمرالاسلام نزد S.P آفيس گاڏي کاتو، حيدرآباد. 03332697988
12:مولانا محمد عباس پنهور، مرڪز اصلاح المسلمين ٽول پلازه ڪراچي. 03002750729
13: محمد يحيٰ شاهه طاهري، درگاهه الله آباد شريف ڪنڊيارو: 03003843181

**الاصلاح پبليڪيشن دادو**

*Email: alislahdadu@gmail.com*

*www.facebook.com/الاصلاح پبليڪيشن دادو*

# رجسٽريشن براءِ تبليغي وفود




انچارج: عالمگير قريشي

رپورٽ: مولانا اسرار احمد طاهري

(گذريل شماري کان اڳتي پڙهندا):

311: مولانا صغير أحمد طاهري (آزاد ڪشمير)، 312: مولانا محمد بلال ڪوسو (اڏيرولعل)، 313: مولانا محمد سعيد انڙ (ڄامشورو)، 314: مولانا محمد عارف لنڊ طاهري (محراب پور)، 315: مولانا عبدالوحيد طاهري (ڳڙهي ياسين)، 316: مولانا ابوبڪر طاهري (ڪراچي)، 317: مولانا رفيق احمد طاهري (ڪراچي)، 318: مولانا سيد عمران علي طاهري (ڪراچي)، 319: مولانا اياز حسين پنهور (جوهي)، 320: راؤ انور علي طاهري (ملتان)، 321: مولانا محمد علي طاهري (ملير)، 322: مولانا خليفه سوالي خان طاهري (نصيرآباد، بلوچستان)، 323: مولانا ميرمحمد جلباڻي (ملير)، 324: مولانا نبي بخش جلباڻي (درگاهه فقير پورشريف)، 325: مولانا سيد اصغر علي شاهه (ميهڙ)، 326: مولانا اطهر علي ابڙو طاهري (وارهه)، 327: مولانا محمد شريف طاهري (ٽوبه ٽيڪ سنگهه)، 328: مولانا شاهد علي لغاري طاهري (لاڙڪاڻو)، 329: مولانا غلام فريد عباسي (دين پور شريف)، 330: مولانا محمد احسن جلباڻي (رتوديرو)، 331: مولانا عبدالرشيد طاهري (هزاره)، 332: مولانا محمد شاهد طاهري (پشاور يونيورسٽي)، 333: مولانا سيد عارف علي شاهه (راولپنڊي)، 334: مولانا محمد شفيع طاهري (بهاولپور)، (بقايا آئنده شماري ۾...)

## حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جو 32 هون عرس مبارڪ عقيدت سان ملهايو ويو

تاريخ 28 ۽ 29 نومبر تي حضرت خواجه الله بخش المعروف سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جو ساليانو 32هون عرس مبارڪ درگاهه الله آباد شريف ڪنڊيارو ۾ نهايت ئي عقيدت ۽ احترام سان ملهايو ويو، جنهن ۾ شرڪت لاءِ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان علاوه بيرون ممالڪ مان عقيدتمند مريد شريڪ ٿيا. سموريون تقريبون الاصلاح نيٽ ورڪ پاران انٽرنيٽ ذريعي سڌيءَ ريت ڏيکاريون ويون. جڏهن ته وڏين

اسڪرين پروجيڪٽرن ذريعي پڻ پندال کان ٻاهر ويٺل دوستن تائين رسائي آسان بنائي وئي. عرس مبارڪ جي پهرين ڏينهن تي ٻاهرين ملڪن کان آيل خلفاءَ ڪرام ۽ عالمن سڳورن تبليغي رپورٽون پيش ڪيون جڏهن تہ ناليوارن عالمن مولانا غلام غوث طاهري، مولانا حبيب الرحمان گبول، مولانا مسعود احمد لاڪو، مولانا محمد عاشق لنڊ ۽ مولانا ڊاڪٽرغلام ياسين، مولانا غلام حيدرلاڪو، مولانا اسراراحمد، سميت ٻين عالمن مختلف موضوعن تي خطاب ڪرڻ سان گڏوگڏ حضرت سهڻا سائين رحمةالله عليہ جن جي ڪيل ديني خدمتن تي روشني وڌي۽ مشهور نعت خوانن وڪيل احمد پنهور،غلام سرور گل، نذير احمد چنہ ۽ عزيز احمد سومرو سميت ٻين نعت خواني ڪئي. درگاهہ الله آباد شريف جي مدرسہ جامعہ عربيہ غفاريہ ۽ ان جي ذيلي ديني مدارس مان فارغ التحصيل علماءُ ۽ حفاظ ڪرام جي دستار بندي ڪئي وئي جنهن ۾ قبلہ حضرت سجڻ سائين مدظلہ سميت ٻين علماءِ ڪرام حصو ورتو. عرس مبارڪ جي ٻئي ڏينهن تي صبح جو خصوصي نشست جي شروعات ختم شريف سان ٿي جنهن ۾ تلاوت ڪلام پاڪ قاري عاشق حسين راڄپر طاهري ڪئي، جنهن بعد حضرت قبلہ محبوب سجڻ سائين مدظلہ خصوصي دعا فرمائي جنهن ڪانپوءِ نعت ۽ منقبت پڙهڻ لاءِ جماعت جي نامور نعت خوانن شبير احمد نيازي ۽ قربان علي ناريجو کي ترتيبوار اسٽيج تي سڏايو ويو جن بارگاه رسالت ۾ نعت ۽ مرشدن جي شان ۾ منقبتون پڙهي ماحول کي مست بڻائي ويٺلن ۾ گريہ زاري جي ڪيفيت طاري ڪري ڇڏي، جنهن بعد ج.ا.م جي مرڪزي سينيئر نائب صدر پروفيسر مفتي عبدالرحيم طاهري ۽ ج.ا.م جي مرڪزي صدر صاحبزاده جعفر صادق طاهر خطاب فرمايو، آخر ۾ حضرت قبلہ محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي جن صدارتي خطاب ڪرڻ فرمايو، جماعت جي وصال ڪري ويندڙ اهم ديني خدمات سرانجام ڏيندڙ شخصيتن سيد جيئل شاهہ جيلاني رح، بيدار مورائي، مقبول احمد ڪورائي سميت ٻين جي وارثن توڙي عرس مبارڪ جي مختلف شعبن ۾ خدمتون سرانجام ڏيندڙن رفيق طاهري، جناب مسعود لاڪو، مسعود احمد سومرو، رئوف آغا ۽ ٻين کي مجتا طور شيلڊون ڏنيون ويون ۽ صلوات وسلام پڙهڻ ڪانپوءِ تقريبون پڄاڻي تي پهتيون.

**رپورٽ محمد طاهر ”نور“ هيسباڻي**

## ساليانه عرس مبارڪ تي ختم القرآن

حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي 32هين ساليانه عرس مبارڪ جي موقعي تي سندن جي هزارين عقيدتمند مريدن پاران اوراد وظائف جي استقباليه ڪيمپ تي جمع جي ڏينهن کان آچر جي صبح تائين ختم القرآن، درود شريف، ٻيا ورد وظائف جيڪي جمع ڪرايا ويا، انهن جو تفصيل هن ريت آهن: ختم القرآن: 20066، سورة يٰسين شريف، مزمل، مُلڪ، رحمٰن، اخلاص، فاتحه ۽ متفرق سورتن جو تعداد: 15158529، ڪلمه شريف، آية الڪرسي، آيت ڪريمه، دلائل الخيرات، استغفار ۽ ٻين تسبيحات جو تعداد: 88433748، عمره، طواف، قرباني، اعتڪاف، صلواة التسبيح ۽ نفلن جو تعداد: 63726 ۽ درود شريف جو ورد 1318275633 نظراني طور حضور قبله عالم محبوب سڄڻ سائين مدظله العالي جي خدمت اقدس ۾ پيش ڪيو ويو، جن پنهنجا مبارڪ هٿڙا کڻي بارگاهِ رب العزت ۾ نبي اڪرم ﷺ جن جي توصل سان خصوصًا حضور سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي ايصال ثواب ڪيو. استقباليه ڪيمپ تي عاجزسان گڏوگڏ جناب اصغرعلي چنه ايڊووڪيٽ، حافظ حبيب الرحمٰن سيال، خليفه محمد امين اوٺو، شاهنواز متو، شفيع محمد پنگر، سعد احمد سومرو، مبشر حسين سومرو، سڪندر علي چنه، اصغر علي خواجه، اخترخاصخيلي، خليفه جان محمد جو تعاون رهيو.

**رپورٽ: جناب محمد حسن اوٺو طاهري**

## حضرت سڄڻ سائين مدظله جن جو دادو ۾ خطاب

پهرين نومبر 2015ع تي سيدي و مرشدي حضور قبله عالم محبوب سڄڻ سائين جن دادو ۾ ج.ا.م صوبه سنڌ جي ساليانه مجلس عامله جي اجلاس کي خطاب فرمايو، ان موقعي تي ج.ا.م صوبه سنڌ جي اڪثر ضلعن مان عهديدارن شرڪت ڪئي. ٻه ڏهاڙا جاري رهندڙ اجلاس ۾ ضلعي عهديدارن ڪارڪردگي رپورٽون پيش ڪيون.

## حضرت قبله سڄڻ سائين مدظله جن جو انب مگسي ۾ جلسي کي خطاب

تاريخ: 8 نومبر تي حضور قبله سڄڻ سائين مدظله العالي جن ميهڙ لڳ ڳوٺ انب مگسي ۾ عظيم الشان جلسي کي خطاب ڪرڻ فرمايو.

## حضرت سڄڻ سائين مدظله جن جي
## خليفه عبدالقادر چانڊيو جي والد جي نماز جنازه ۾ شرڪت

خليفه عبدالقادر چانڊيو جي والد، جماعت جي محبت واري فقير محترم گل شير جي وفات تي سيدي و مرشدي حضرت قبله سڄڻ سائين جن جي جوهي ويجهو ڳوٺ راوت چانڊيو ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ مرحوم جي جنازي نماز ۾ شرڪت فرمائي.

## حضرت سڄڻ سائين جن جي مولانا محمد براهيم عباسي جي وفات تي تعزيت

حضرت قبلہ محبوب سڄڻ سائين مدظلہ العالي جن درگاھہ فقير پور شريف پهچي دين پور شريف جي معزز مولانا محمد ابراهيم عباسي جي نماز جنازه ۾ شرڪت فرمائي ۽ سندن پونيئرن سان تعزيت ڪئي.

### حضرت سڄڻ سائين مدظلہ پاران ڳوٺ منو سولنگي پهچي تعزيت

3 جنوري تي سيدي و مرشدي حضرت سڄڻ سائين مدظلہ العالي پاران ڳوٺ منو سولنگي پهچي جامعہ عربيہ غفاريہ درگاھہ الله آباد شريف جي دوره حديث جي طالب علم محمد امين سولنگي جي ڀاءُ راشد سولنگي جي وفات ۽ سابعہ جماعت جي طالب علم اظهار سولنگي جي ڀاءُ اظهر سولنگي جي وفات تي سندن وارثن سان تعزيت جو اظهار ڪيو ۽ مرحومين جي مغفرت واسطي دعا گهري.

## صاحبزاده جعفر طاهر صاحب پاران جن جي ڄامشورو آمد،
## خليفہ احمد حسن لاشاري جي وفات تي تعزيت

صاحبزاده جعفر صادق طاهر صاحب جن ڄامشورو پهچي جماعت جي پراڻي خليفي احمد حسن لاشاري جي لاڏاڻي تي سندس پونيئرن مشهورشاعر ۽ اديب عاجز رحمت الله لاشاري سان ڏک جو اظهار ڪيو ۽ مرحوم جي بخشش لاءِ ڏاڍي در دعا گهري.

## صاحبزاده جعفر طاهر صاحب جن جي خليفہ عبدالقيوم قريشي،
## امان الله سان تعزيت جو اظهار

صاحبزاده جعفر صادق طاهر پاران ڄامشورو پهچي خليفہ عبدالقيوم قريشي سان سندس گهرواري جي وفات تي تعزيت ڪئي، جنهن بعد پاڻ خليفہ ديدار علي پِٽي رحمۃالله عليہ جي وفات تي سندن فرزندن امان الله ۽ ثناءُ الله سان پڻ ڏک جو اظهار ڪيو، مرحوم جي بخشش لاءِ ڏاڍي در دعا فرمائي.      ***رپورٽس: وفا نذير احمد شر طاهري***

## طاهري عبدالله ڪوڪر جي حضرت امام رباني قدس سره
## جي عرس مبارڪ ۾ شرڪت

الاصلاح پبليڪيشن دادو جي سب ايڊيٽر محترم **طاهري عبدالله ڪوڪر** ۽ **عبدالحي ڪوڪر** ڪي حضرت امام رباني شيخ احمد سرهندي قدس سره سرهند شريف (هندستان) ۾ ساليانہ عرس مبارڪ ۾ حاضري نصيب ٿي، اٽڪل هڪ هفتو قيام دوران انهن کي نقشبندي سلسلي جي مختلف بزرگن ۽ انبياءِ سڳورن جي مزار مبارڪن تي حاضري نصيب ٿي.

***رپورٽ: سلمان عبيدالله ڪوڪر طاهري / دادو***

## مٽياري جي ڪارڪردگي رپورٽ

* ڳوٺ مصري جکريجا ۾ ج.ا.م برانچ مصري جکريجا پاران ماهوار يارهين شريف جو پروگرام ڪي حافظ عابد عزيز خاصخيلي، خطاب ڪيو. * مرڪز جامعه غوثيه طاهري مٽياري ۾ بزمِ طاهريه پاران ٻارهين شريف جو پروگرام ٿيو، حافظ انور علي ميمڻ طاهري، مولانا محمد وارث ٿهيم خطاب ڪيو.* 2 ربيع الاول تي سميع الله ميمڻ پاران جشن ميلاد النبي ﷺ جي سلسلي ۾ نعت خواني جو پروگرام ٿيو، جنهن ۾ ج.ع.ط جي سابق صدر مولانا اصغر علي ميمڻ ۽ خليفه حافظ بشارت احمد طاهري خصوصي شرڪت ڪئي.* 8 کان 12 ربيع الاول تائين جامعه غوثيه طاهري مٽياري ۾ طلبه پاران مختلف ڪلاسز ۾ ميلاد شريف جا پروگرام ڪيا ويا، 12هين شريف ڪي مولانا معشوق علي مري خطاب ڪيو. * 14 تي ڳوٺ مريد سوها ۾ ج.ا.م برانچ پليجاڻي پاران ميلاد شريف جو پروگرام ڪي علامه مسعود احمد لاکو خصوصي خطاب، خليفه محترم حافظ بشارت احمد طاهري اجتمائي دعا گهري.* 12 ربيع الاول تي جامعه غوثيه طاهريه مٽياري مان جشن ميلاد ريلي ڪڍي وئي، جيڪا موسيٰ مسجد کان گذرندي پري ڪلب کان ٿيندي واپس مرڪز تي پهتي، جنهن جي اڳواڻي حافظ بشارت احمد ميمڻ طاهري ڪري رهيو هو، جڏهن ته مختلف ڳوٺن ڳوٺ سيد سهيل اڪبر شاهه، ٻائو ديرو، نسيات، ڪيبر ۽ ٻين جاين تي ريلي پهچڻ تي شاندار استقبال ڪيو ويو. *18 تي ڳوٺ ڏاتو لڙڪو ۾ ٿيل پروگرام ڪي مفتي ساجد فاروقي خطاب ۽ شبير احمد نيازي نعت رسول مقبول ﷺ پيش ڪئي.* يارهين جي رات سالانه عيد ميلاد النبي پروگرام موسيٰ مسجد مٽياري ۾ ٿيو، حافظ انور علي ميمڻ طاهري خطاب ڪيو.* 27 ڊسمبر تي ج.ا.م ضلع مٽياري جي ساليانه چونڊ مدينه مسجد هالا ۾ ٿي، جنهن ۾ صوبائي عهديدارن جناب غضنفر جوکيو ۽ جناب محمد اسماعيل چنه شرڪت ڪئي، جناب حافظ بشارت احمد، جناب حاجي عبدالحڪيم، جناب فضل الدين ميمڻ، جناب فاروق احمد، جناب محمد شاڪر، حاجي محمد مڪي، جناب حاجي خان ٻگهيو ۽ جناب حاجي بلاول ڪوسو پڻ شرڪت ڪئي.

***رپورٽس: حافظ انور علي ميمڻ طاهري / مٽياري***

## برانچ گوگيج ۾ جلسو

6 نومبر تي ج. ا. م برانچ گورگيج ۾ جلسو ٿيو، معصوم گورگيج، غلام نبي ڪمپيئرنگ ۽ تلاوت، شاهن فقير منقبت ۽ مولوي اطهر علي ابڙو شان اولياءَ الله تي تقرير ڪئي.

***رپورٽ: سراج الدين گورگيج / وارهه***

## پارس پبلڪ اسڪول ۾ محفل ميلاد

21 ڊسمبر تي پارس پبلڪ هائيرسيڪنڊري اسڪول ڪنڊيارو ۾ محفل ميلاد منعقد ڪئي وئي، جنهن ۾ خصوصي خطاب سيد مظهر شاهه، ڊاڪٽر مرسل الدين، عرفان لاڪو، غلام مرتضيٰ طاهري ۽ ٻين ڪيو، ان موقعي تي پارس اسڪول جي 45 ڪان متي شاگردن، شاگرديائين پاڻ سڳورن ﷺ جن جي شان اقدس ۾ نعت رسول مقبول پيش ڪئي ۽ سندن حيات طيبه تي روشني وڌي. **رپورٽ: نورمجتبيٰ راشدي**

## ڪشمور مان ڳاڙين جو قافلو عرس ۾ شريڪ

حضرت سهڻا سائين رحمةالله عليه جن جي عرس مبارڪ ۾ ر. ط. ج ڪشمور ايٽ ڪنڌڪوٽ پاران 12 ڪان متي مسافر وينون بوڪ ڪرايون ويون، جن ۾ مرد توڙي عورتون شريڪ ٿيا.

***رپورٽ: حافظ ظهوراحمد اوڳاهي، ج.س ر ط ج ڪشمور ڪنڌڪوٽ***

## اعزازي تقريب

20 ڊسمبر 2015ع تي ر.ط.ج برانچ نوابشاهه پاران اسڪولن، ڪاليجز ۽ يونيورسٽيز جي ٽيسٽ ۾ڪاميابيون ماڻيندڙ شاگردن جي حوصله افزائي جي سلسلي ۾ تقريب منعقد ڪئي وئي، راؤ محمد اسلم، راؤ محمد علي راجپوت ۽ راؤ محمد راحيل، محمد امين اونوبارگاه رسالت ﷺ ۾ عقيدت جا گل نڇاور ڪيا. جڏهن ته راؤ عديل طاهري مرشدن ڪريمن جي شان ۾ منقبت پڙهي. راؤ محمد اسلم طاهري آجياٽوڏنو، ر.ط.ج ضلع نوابشاهه جي صدر حافظ بلال احمد خاصخيلي ضلعي جي تنظيمي رپورٽ پيش ڪئي. خليفه مولانا محمد حسن اوٺو طاهري ليڪچر ڏنو، خاص مهمان هيڊماسٽر (ر) غلام نبي عباسي تقرير ڪئي

***رپورٽ: راؤ ڊاڪٽر ذوالفقار احمد، ميڊيڪل آفيسر G.D مريدزرداري***

## ڳوٺ قيصر جمالي ۾ جلسو

13نومبر جمع نماز تي ڳوٺ قيصر جمالي م جلسو ٿيو، سائين رمضان سولنگي تلاوت، منقبت اختر خاصخيلي، خصوصي خطاب مولانا محمد ادريس ڏاهري طاهري ڪيو، هن پروگرام ۾ خليفه محمد امين اوٺو سان گڏجي جماعت شريڪ ٿي.

## نوابشاهه ۾ محرم الحرام جي سلسلي ۾ پروگرام

ج.ا. م ضلع نوابشاهه پاران ٿيل پروگرامن ۾ مولانا قاري عاشق حسين راڄپر جو خطاب ٿيو، امام حسين جي شان، ڪربلا جي واقعو، پهرين محرم تي حضرت عمر فاروق جي شهادت ۽ 9، 10 محرم تي پروگرام منعقد ڪيا ويا.

***رپورٽ: اخترخاصخيلي، پنگوار ڪالوني نواب شاهه***

## يوم وصال جي موقعي تي تقريب

### ڏينهن ويا ڏاڍا لنگهي، پر قلب ۾ هن جان ۾، سهڻا سائين (رح) ياد آهن هر گهڙي هر آن ۾

6 ربيع الاول تي حضرت سهڻا سائين رحمةالله عليہ جي يوم وصال جي موقعي تي هن عاجز جي سرپرستيءَ ۾ ج.ا.م ضلع نوابشاهہ ۽ سانگهڙ جي تقريبًا 24 برانچن ۾ محفل نعت ۽ قرآن خواني جو اهتمام ڪيو ويو، جڏهن تہ ج.ا.م ۽ ر.ط.ج برانچ گوليمار طرفان جامعہ مدني مسجد ۾ هڪ پروقار تقريب منعقد ڪئي وئي، نعت، منقبت بعد هن عاجز سندن جي خدا جي مخلوق سان محبت ۽ همدرديءَ جي هڪ ڳالهہ دوستن ڪي ٻڌائي تہ حضور سهڻا سائين جن هڪ بهاني ڏهہ ڏينهن محلي گوليمار ۾ خاندان سميت قيام فرمايو، عصر نماز بعد هن عاجز ڪي پاڻ سان گڏ وٺي چهل قدمي (واڪنگ) جي ارادي سان قاضي احمد موڙ ڪان ڊگري ڪاليج نوابشاهہ جي مين گيٽ واري فوٽ پاٿ تي ٿوري دير ويهڻ بعد جڏهن واپسي جي ارادي سان اٿندا هئا تہ هن عاجز ڪي حڪم فرمائيندا هئا تہ مولوي صاحب! ڏسو ڪا ڪِوِل تہ منهنجي ڪپڙن سان چنبڙيل ناهي، ان ڪي چنڊي ڇڏيو تہ جيئن هو پنهنجي ڪٽنب ۽ وطن ڪان وڇڙي نہ وڃي! سبحان الله، حضرت سهڻا سائين رحمةالله عليہ جن جو خدا جي هن مخلوق ڪِوِل سان ڪيتري همدردي ۽ پيار هو جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ سندن جي باقي مخلوق خصوصًا انسانن سان همدردي ۽ محبت ڪيتري ٿي سگهي ٿي.؟ الحمدلله حضور قبلہ عالم سجڻ سائين مدظلہ العالي سندن جي فيض ۽ محبتن واري تعليم ڪي عام ڪري رهيا آهن. آخر ۾ غلام حسين ملڪ پاران تبرڪ تقسيم ڪيو ويو.

***رپورٽ: جناب محمد حسن اونو طاهري/نوابشاهہ***

### جمعيت علماءِ طاهريہ صوبہ سنڌ جي چونڊ

ج.ع.ط صوبہ سنڌ پاران صوبہ سنڌ جا نوان عهديدار چونڊيا ويا، صدر مولانا ديدار حسين ڪوهارو طاهري، سينئر نائب صدر مولانا محمد پارسا، نائب صدر مولانا محمد عثمان جلباڻي، جنرل سيڪريٽري مولانا محمد اسحاق واهوچو، جوائنٽ سيڪريٽري مولانا منير احمد آلڪاٽي، پريس سيڪريٽري مولانا وفا نذير احمد طاهري، فنانس سيڪريٽري مولانا محمد نواز ميمڻ، آڊيٽر مولانا خالد حسين راڄپر، آفيس سيڪريٽري مولانا غلام فاروق لاڪو، جڏهن تہ مولانا غلام مجتبيٰ راهوجو ۽ مولانا محمد اشرف جتوئي ڪي معاون صدر چونڊيو ويو.

***رپورٽ: وفا نذير احمد شر طاهري***

## ج.ا. ضلع نوابشاهه جي سال 2016ع لاءِ چونڊ

20 ڊسمبر2015ع تي مدرسه جامعه مدينة العلوم طاهريه گلشن ڀٽائي ڪالوني نوابشاهه ۾ج.ا.م صوبه سنڌ جي آيل مولانا ديدار حسين طاهري جن جي صدارت ۾ برانچن جي عهديدارن ۽ ڪارڪنن جي گڏجاڻي ٿي. ج.س ضلع نوابشاهه حافظ حبيب الرحمٰن سيال ساليانه تنظيمي رپورٽ پيش ڪئي، تنظيم جي اهميت ۽ افاديت تي مولانا مفتي مختار احمد ٽاٽڙي ليڪچر ڏنو، جنهن بعد مولانا محمد حسن اوٺو طاهري تقرير ڪئي ۽ تنظيمي ڪم جي حوالي سان تفصيلي بيان ڪيو. جنهن بعد ضلعي باڊي لاءِ نوان عهديدار چونڊيا ويا.

***رپورٽ: حافظ حبيب الرحمٰن سيال طاهري، ج.س ضلع نوابشاهه***

## ر.ط. ج صوبه سنڌ جي ڪارڪردگي

عرس مبارڪ حضرت سهڻا سائين تي ر ط ج پاران استقباليه ڪيمپ لڳائي وئي، ۽ هر سال جيان هن سال به ر ط ج پاران وڏي انگ ۾ پاڻي پيارڻ جي ڊيوٽي سرانجام ڏني وئي، عرس مبارڪ دوران ر ط ج پاران هڪ نشست پڻ ٿي، ڇنڇر ڏينهن ظهر نماز ڪان بعد ر ط ج سنڌ جي رط ج مرڪز سان اهم ميٽنگ پڻ ٿي.

***رپورٽ: نعيم قائمخاني ر.ط. ج صوبه سنڌ***

## رط.ج. ضلع نوشهروفيروز جي رپورٽ

ر ط ج ضلع نوشهروفيروز پاران ضلعي ۾ 40 ڪان وڌيڪ فعال برانچون ڪم ڪري رهيون آهن، ضلعي اندر ڪيريئر ڪائونسلنگ، قرات، نعت تقرير ۽ ڪوئيز ڪامپيٽيشن ۽ ساليانه پروگرام منعقد ڪرايا ويا، جنهن ۾ صاحبزاده جعفر صادق طاهر صاحب، ج ام، رط ج جي مرڪزي، صوبائي دوستن شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: عبدالحڪيم سولنگي ج س. ر ط ج ضلع نوشهروفيروز***

## برانچ گورگيج ۾ پروگرام

ج.ا.م برانچ گورگيج ۾ پروگرام ٿيو، اسلم طاهري ڪمپيئرنگ، تلاوت شاهن طاهري، سهيل احمد طاهري، سجاد طاهري نعت منقبت، خليفه عبدالهادي گورگيج سيرت امام رباني جي موضوع تي تقرير ڪئي، وڏي انگ ۾ جماعت شرڪت ڪئي. ٻئي پاسي ڳوٺ گورگيج ۽ ڳوٺ ٽوڙڪي، ڳوٺ خيربخش، ڳوٺ الهداد، ڳوٺ علي مراد چانڊيو ۾ جلسا، اطهر علي ابڙو ڪمپيئرنگ، سهيل احمد عبدالرحيم ٻرڙو نعت منقبت، خليفه عبدالهادي گورگيج تقرير ڪئي.

***رپورٽس: محمد معصوم گورگيج برانچ گورگيج***

## ج.ا.م برانچ مورو جي رپورٽ

ج.ا.م برانچ مورو پاران شهر ۾ جماعت سان وابسته رکڻ لاءِ خواتين جا 4 ماهوار پروگرام ٿيندا آهن، ڊاڪٽر وجهه الدين، ممتاز چنه، غلام علي ميمڻ ۽ نالي منو سومرو جي گهر ۾ خواتين جا پروگرام منعقد ڪيا ويندا آهن، جن ۾ نعت، منقبت ۽ درس عورتون پاڻ ئي پيش ڪنديون آهن، جنهن سان عورتن اندر پڻ تبليغي پيغام پهچي رهيو آهي. علائقي ۾ ٿيندڙ شادين جي پروگرامن ۾ محفل نعت ۾ جماعت سان لاڳاپيل پڙهيل لکيل عورتون بهتر ڪردار ادا ڪندي تبليغي پروگرام منعقد ڪنديون رهن ٿيون.* ماهوار پروگرامن ۾ سلسله عاليه نقشبنديه جي سالارن ۽ تبليغي خدمتون سرانجام ڏيندڙن جا ڏهاڙا پڻ ملهايا ويا، جن ۾ سيدنا صديق اڪبر رضي الله عنه، امام رباني مجدد و منور الف ثاني قدس سره جو عرس مبارڪ (خطاب مولانا محمد ادريس ڏاهري طاهري)، پير مٺا سائين، سيد نصيرالدين شاهه ۽ مورو جي جماعت جي روح روان خليفه سائين غلام قادر غفاري بخشي طاهري رحمة الله عليهم جو عرس مبارڪ پڻ ملهايو ويو. * برانچ پاران هر جمعي تي مختلف ڳوٺن ڏانهن وفود روانا ٿيندا آهن، جن ۾ نعت خوان ۽ مبلغ دين جي اشاعت، جماعت جي دعوت ڏني ويندي آهي، مولوي عبدالڪريم شاهه، ڊاڪٽر وجهه الدين، اعجاز حيدر، شمس الدين سولنگي، غلام شبير ڏاهري، ياسين پٺي، فيصل رضا عمراني، نالي منو سومرو، ڊاڪٽر سڪندر ميمڻ، سعيد ميمڻ، ڪامران ميمڻ جا قابل ذڪر آهن. * حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جن جي عرس مبارڪ جي سلسلي ۾ برانچ مورو پاران ڀ ڏهاڙا آسپاس جي ڳوٺن، شهرن ۾ سائونڊ اسپيڪر ذريعي اعلانات ڪرايا ويا، شهر ۾ ڪيترائي پينافليڪس جا بينر لڳرايا ويا، ڊاڪٽرس، آفيسرس ۽ استاد صاحبان سميت معززين کي عرس مبارڪ ۾ شرڪت جي لاءِ دعوت ڏني وئي.

***رپورٽ: محمد يونس ڏلو/مورو***

## عيد ميلاد النبي پروگرام

23.12.2015ع تي جامع مسجد سهرابيه ٻٺ محله دادو ۾ عظيم الشان ماهوار پروگرام عيد ميلاد النبي جو جلسو ٿيو، جنهن کي خصوصي خطاب پروفيسر غلام محمد چارڻ، صغير احمد کهيري خطاب ڪيو.

***رپورٽ: غلام فاروق چارڻ سهرابيه مسجد دادو***

## ر ط ج دادو جي شاگردن سان چانهه پارٽي

28.12.2015 تي ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران الاصلاح ڪوچنگ سينٽردادو ۾ ر ط ج دادو جي دوستن سان چانهه پارٽي جوپروگرام ٿيو، جنهن ۾

سائين نعمت الله خصوصي شرڪت ڪئي.

## ج.ا.م ضلع دادو (1) جي گڏجاڻي

27.12.2015 تي برانچ حافظ ميرمحمد ڪلهوڙو ۾ منعقد ڪئي وئي، جنهن ۾ نوان چونڊجي آيل عهديدارن جي گڏجاڻي ضلع دادو (1) جي 15 برانچن جي وزٽ ۽ نين بادين جو سليڪشن جو شيڊيول تيار ڪيو ويو، ۽ گروپ ٺاهي ضلعي عهديدارن مٿان ذميواري رکي وئي. ان کان علاوه حلف برداري تقريب جو پروگرام 3 جنوري تي ڪيو ويندو.

**رپورٽس: غلام نبي ميمڻ طاهري دادو**

## مديني مسجد ۾ جلسو

پهرين ڊسمبر تي ماهوار پروگرام مدينه مسجد مسڪين ڪالوني ڪي ڪي بستي ڪوٽڙي ۾ ٿيو، تلاوت گل منير طاهري، نعت و منقبت حافظ مختيارچانڊيو، عزيز جلباڻي پڙهي، خطاب ذڪر خليفه عبدالغفور ڪوهارو ڪيو. **رپورٽ: گل منير ڪوهارو طاهري**

## ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران تنظيمي، تبليغي دورو

18.12.2015 تي ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران تبليغي ۽ تنظيمي دورو ترتيب ڏنو ويو، جنهن ۾ ڳوٺ حمزو خشڪ، ٺلهي ۽ ٻيا پرپاسي جا علائقا شامل، آهن جڏهن ته عيد ميلاد النبي ﷺ جي حوالي سان خاص پروگرام جمع نماز تي ڳوٺ وڏيرو پيرل خان هاليپوٽو ۾ ڪيو ويو، جنهن ۾ خطاب خليفه منيراحمد عباسي ڪيو.

## ماهوار يارهين شريف جو پروگرام

22.12.2015 تي ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران ماهوار يارهين شريف جو پروگرام جامع مسجد مدني مڇي مارڪيٽ روڊ دادو ۾ ڪيو ويو، خصوصي خطاب خليفه نعمت الله قريشي ڪيو.

## ج.ا.م ضلع دادو (1) جو ساليانه سليڪشن پروگرام

23.12.2015 تي ج.ا.م صوبه سنڌ جي س ن ص نعمت الله قريشي، ج س قاضي مشهود قريشي، صوبائي معاون ج س مشتاق سومرو، ج.ا.م ضلع دادو (1) جي سال 2016ع لاءِ سليڪشن ڪئي،

**رپورٽس: غلام نبي ميمڻ طاهري / دادو**

## جلسه عيد ميلاد النبي

2 فيبروري تي ر.ط.ج پاران برانچ الهرڪيو اوڳاهي جي سرپرستي ۾ ڳوٺ غلام نبي باجڪاڻي ۾ عيد ميلاد النبي پروگرام ترتيب ڏنو ويو، جنهن ۾ حافظ ذوالفقار، خليفه امام علي چانڊيو، عبدالرحيم، حافظ ظهور احمد اوڳاهي ۽ ٻين نعت و منقبت ۾ حصو ورتو.

**رپورٽ: حافظ ظهور احمد اوڳاهي**

## ج.ع.ط صوبہ سنڌ جو اجلاس

26 ڊسمبر 2015ع تي ج.ع.ط صوبہ سنڌ جو پهريون اجلاس خيرپور ناٿن شاهہ ۾ صوبائي صدر محترم مولانا ديدار حسين طاهري جي صدارت ۾ ٿيو، جنهن ۾ مڙني صوبائي عهديدارن شرڪت ڪئي، اجلاس ۾ تنظيمي معاملن تي خيالن جو اظهار ڪيو ويو، جڏهن تہ صوبي جي مڙني ضلعن جي سليڪشن جي حوالي سان شيڊيول جوڙيو ويو، ان کان علاوه تنظيمي ڪم کي وڌيڪ فعال بڻائڻ جي حوالي سان رايا ۽ تجويزيون پيش ڪيون ويون. **رپورٽ: وفا نذير احمد طاهري**

## پڊعيدن جي رپورٽ

مسجد گلزار مدينہ پڊعيدن ۾ ر.ط.ج ۽ ج.ا.م پاران هر جمع رات مختلف موضوعن تي پروگرام ترتيب ڏناويندا آهن، جڏهن تہ 12 ربيع الاول تي عظيم الشان پروگرام منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ نعيم احمد ڪوڪر، گلزار احمد پلهہ نعت، سراج احمد راڄپر ۽ عمران احمد ڀٽي خطاب ڪيو. جڏهن تہ ڪجهہ گهرن ۾ ميلاد پڻ منعقد ڪيو ويو.

***رپورٽ: عمران علي ڀٽي، آفيس س ر.ج. ضلع نوشهروفيروز***

## نوابشاهہ جي رپورٽ

ربيع الاول جي ڀلاري مهيني ۾ نواب شاهہ ۽ ڀرپاسي جي ننڍن وڏن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ 23 کان مٿي پروگرام منعقد ڪيا ويا، جن ۾ نعت خوان اختر خاصخيلي بہ شامل رهيو، جڏهن تہ ڪجهہ پروگرامن ۾ مولانا حاجي اياز چنہ بہ گڏ رهيو.

***رپورٽ: محمد امين اوٺو، X مرڪزي پ س ر.ط.ج***

## غوثپور ۾ جلسو

20 ڊسمبر تي ر.ط.ج پاران جشن ميلاد النبي جي سلسلي ۾ غوثپور ويجهو برانچ سجن آباد ۾ انچارج وفد نمبر 72 خليفہ ذوالفقار علي اوڳاهي طاهري جي نگراني ۾ پروگرام ٿيو، جنهن ۾ ر.ط.ج ۽ ج.ا.م جي عهديدارن ۽ شهرين وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئي، جڏهن تہ مولانا قاري مسعود احمد لاکو خصوصي خطاب ڪيو.

***رپورٽ: ظفر علي اوڳاهي/غوثپور***

## ڄامشورو جي تنظيمي ۽ تبليغي رپورٽ

ربيع الاول جي ڀلاري مهيني ۾ جشن عيد ميلاد النبي ﷺ ۽ بسلسلہ عرس مبارڪ حضرت سهڻا سائين رحمةالله عليہ جون گڏيل تقريبون ج.ا.م ضلع ڄامشورو ۽ ج.ع.ط ضلع ڄامشورو جي گڏيل سهڪار سان 60 کان مٿي پروگرام ترتيب ڏنا ويا، جنهن موجب شهر علي آباد، انڙپور، نوري آباد، ٽاٽوبولاخان، منظورآباد، ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو،

ڪوٽري، ڄامشورو جي ڀرپاسي جي ننڍن وڏن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پروگرام منعقد ڪيا ويا، جن ۾ جماعت سان وابسته طريقه عاليه نقشبنديه طاهريه جي خلفاءِ ڪرام، علماءِ ڪرام، نعت خوانن توڙي مبلغن ۽ فقراءِ جي وڏي انگ شرڪت ڪئي، جن ۾ مولانا عزيز الرحمان طاهري، جناب عبدالقيوم قريشي، جناب قاري عاشق حسين راڄپر، قاري محمد مسعود احمد لاڪو، جناب سعيد احمد انڙ، جناب حبيب احمد سومرو، مولانا عبيدالله حيدري، عاجز رحمت الله لاشاري، مولانا محمد عاشق لنڊ، مولوي محمد حيات مري، مولانا وقار احمد طاهري، مولانا محمد اصغر طاهري ۽ مشهور نعت خوانن شبير احمد نيازي طاهري، عاجز رحمت الله لاشاري، اسرار حيدر ميمڻ، رجب علي چانڊيو، مولا بخش لانگاهه طاهري ۽ ٻين حصو وٺندي پروگرامن ۾ خصوصي شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: عاجز لاشاري / ڄامشورو***

## يوم تاسيس

روحاني طلبه جماعت ضلع نوشهروفيروز پاران 5 آڪٽوبر تي يوم تاسيس ضلعي جي اڪثر برانچن ۾ ملهايو ويو ۽ ساليانه عرس مبارڪ ۾ شرڪت جي دعوت لاءِ مختلف وفد مختلف ڳوٺن ڏانهن روانا ڪيا ويا، ضلعي باڊيز پاران ساليانه عرس مبارڪ تي پمفليٽ، پينافليڪس لڳايا ويا، پاڻي پيئارڻ ۾ ڊيوٽي ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون ويون، ضلعي جي سمورين برانچن ۾ عيد ميلاد النبي جا پروگرام ترتيب ڏنا ويا.

***رپورٽ: ر.ط.ج ضلع نوشهروفيروز***

## ج.ا.م ضلع دادو (1) پاران برانچز جي حلف برداري تقريب

3 جنوري 2016ع آچر تي صبح جو 11 بجي کان ظهر نماز تائين برانچ حافظ مير محمد ڪلهوڙو ۾ ج.ا.م ضلع دادو (1) طرفان حلف برداري پروگرام ٿيو، جنهن ۾ خصوصي مهمان ج.ا.م صوبه سنڌ جا سينئر نائب صدر محترم نعمت الله قريشي هو، ج.ا.م ضلع دادو (1) جي صدر غلام نبي ميمڻ طاهري 16 برانچز جي عهديدارن کان حلف کڻايو، جنهن کانپوءِ ميلاد مصطفيٰ جي موضوع تي مولانا محمد ايوب قريشي ۽ تنظيم جي اهميت جي موضوع تي صوبائي سينئر نائب صدر خليفه نعمت الله قريشي تي ليڪچر ڏنو، آخر ۾ دعاء خير خليفه غلام الله سوڍر طاهري گهري.

***رپورٽ: احمد بخش ڪلهوڙو طاهري پ س ضلع دادو (1)***

## انچارج وفد نمبر 303 جي رپورٽ

پهرين آڪٽوبر کان 31 ڊسمبر تائين وفد 303 جي انچارج ۽ معاونين پاران پنهنجي علائقي ۽ پرپاسي ۾ 81 کان وڌيڪ پروگرام ڪيا ويا، ڳوٺ روشن علي گورگيج، ڳوٺ گل محمد تنيو، گل ڪرتيو، قبول تيوٽو، نور گاڏهي، ڪنڀ بروهي، ڪورو بروهي، خاوند گوگاٽي، بشارت ڪلهوڙو، نهال تنيو، عيبي ديرو، ڪاڇو، حمل، ميد، ورند ماڇي، ٽرڙي حاجران، واهوچ، لاڪا، جاڳير چنه، نصير ۽ ٻين ننڍن وڏن ڳوٺن ۾ وفد جي صورت ۾ وڃڻ ٿيو، هوٽلن، اوطاقن تي پهچي مرشد مربي حضور قبله عالم محبوب سجڻ سائين مدظله جن جو تعارف ڪرايو ويو، نون دوستن کي قلبي ذڪر جو وظيفو ڏيندي ڪين درگاهه الله آباد شريف ۾ اچڻ ۽ ماهوار پروگرام ۾ شرڪت جي دعوت ڏني وئي. وفد ۾ حافظ يار محمد چنو، مولانا اطهر علي ابڙو، مولانا غلام نبي عباسي شامل هئا.

*رپورٽ: محمد علي چن طاهري برانچ ٽرڙي حاجران وارهه*

## انچارج وفد نمبر 200 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 200 پاران 6 نومبر تي جمع کان پوءِ ڳوٺ محمد عثمان نائچ ۾ شاندار پروگرام ٿيو، 2 هفته وار پروگرام 20 نومبر. 24 نومبر تي جامع مسجد الله والي شاهپور چاڪر ۾ جلسو، 25 نومبر تي ڳوٺ حاجي نصير راهر ۾ جلسو ٿيو.

*رپورٽ: ملڪ انور علي طاهري، صدر ج ا م شاهپور چاڪر*

## جامعه مدينة العلوم طاهريه نوابشاهه، وفد 113 جي تبليغي رپورٽ

13 نومبر تي صحبت صالحين جي موضوع تي جامع محمدي مسجد ۾ عظيم الشان جلسو ٿيو، عرس مبارڪ ۾ شرڪت لاءِ پڻ دوستن کي دعوت عرض رکي وئي.* 20 نومبر تي حضرت امام رباني قدس سره جي شان ۾ پروگرام ترتيب ڏنو ويو، جڏهن ته 3 ڊسمبر تي پڻ جامعه مدينة العلوم ۾ هفته وار پروگرام ٿيو، جنهن ۾ حافظ عبدالمجيد طاهري قرات، محمد هاشم مشوري طاهري نعت، بعد ۾(عاجز) مختاراحمد طاهري اصلاح باطن جي موضوع تي تقرير ڪئي.*4 ڊسمبر تي سٽ ميل روڊ جي جامع مسجد خاصخيلي اسٽاپ تي جمع نماز کان اڳ حافظ سڪندر پاران پروگرام منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ مولانا غلام قادر مهر قرات ۽ نعت پيش ڪئي، هن عاجز رزق حلال تي ليڪچر ڏنو، جڏهن ته جمع نماز بعد رندن جي جامع مسجد ۾ پڻ پروگرام ٿيو، جتي شان اهلبيت تي تقريرڪئي وئي، دوستن پاران مسجد کي وسيع ڪرڻ ۽ نئين سر تعمير ڪرڻ جو پڻ واعدو ڪيو

ويو. * 10 ڊسمبر تي جامعه مدينة العلوم ۾ ٽيل پروگرام ۾ محمد شريف قرات ڪئي، حافظ دلشاد احمد ۽ محمد هاشم طاهري نعتون پڙهيون، مراقبي سان پروگرام پڄاڻي تي پهتو.

**رپورٽس: مختار احمد طاهري نواب شاهه**

## ج.ا.م ضلع ٺٽو ۾ ڪنوينشن

ج.ا.م ضلع ٺٽو پاران 25 آڪٽوبر تي المرڪز فيض محمديہ طاهريہ ايٽ ماڊل ٽائون ڏاڀيجي ۾ سالانہ ڪنوينشن جو اهتمام ڪيو ويو، جنهن ۾ محمد اشريف جوکيو، محمدبلاول جوکيو، محبوب احمد جوکيو، نعت منقبت پيش ڪئي، جنهن بعد صاحبزاده جعفر صادق طاهر صاحب جن بذريعہ فون خطاب ڪرڻ فرمايو، رط ج ضلع ٺٽي جي صدر سڄڻ جوکيو تنظيمي رپورٽ پيش ڪئي، حضور قبلہ عالم جن جي پنج نقاطي ترجيحات تي خليفہ محمد ناصر پناڻ ليڪچر ڏنو، ج.ا.م ضلعي ٺٽي جي صدر امير محمد جوکيو جماعت جي اهميت ۽ ڪارڪردگي تي ليڪچر ڏنو.

**رپورٽ: نذير احمد جوکيو ج س ج.ا.م ضلع ٺٽو**

## مڪلي ۾ ميلاد پروگرام

31 ڊسمبر تي مڪلي هاشم آباد ۾ سوسائٽي مسجد ۾ محفل ميلاد جو پروگرام منعقد ڪيو ويو، جنهن جو بندوبست انجنيئر غلام عباس ڪلهوڙي پاران ڪيو ويو، پروگرام ڪي مولانا محمد عالم جت خطاب ڪيو، جڏهن تہ حضور علي، امير احمد، نذير احمد، محمد شريف، اشرف جوکيو ۽ ٻين نعت منقبت پڙهي.

**رپورٽ: حضور علي جوکيو طاهري / مڪلي**

## باپرده پروگرام

ج.ا.م برانچ مڪلي پاران هر جمع جي رات عشاءِ نماز بعد عبدالخالق جوکيو جي رهائش گاهہ تي باپرده ذڪر جي محفل منعقد ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ حافظ لياقت علي خطاب ۽ مراقبو ڪرائيندو آهي، جڏهن تہ پٽي محلہ ۾ سڄڻ علي، عنايت الله، شڪيل احمد پٽي، محمد عالم ۽ حافظ هدايت الله پڻ پروگرام منعقد ڪرائيندا رهندا آهن.

**رپورٽ: حافظ لياقت علي طاهري ج.س برانچ مڪلي**

## تنگواٽي ۾ جلسو

روحاني طلبہ جماعت برانچ هيبت شهيد پاران تعلقہ تنگواٽي ۾ جلسہ جشن، ميلاد النبي پروگرام ٿيو، حافظ غلام قادر، عبدالرحيم نعت ومنقبت پڙهي، خصوصي خطاب پروفيسر فدا حسين ٻرڙو ڪيو.

**رپورٽ: حافظ ظهور احمد اوڳاهي ج س ر.ط.ج ضلع ڪنڌڪوٽ**

## مختصر پر اهم خبرون

** ج.ا.م برانچ قاضي محلہ سيوهڻ شريف جي چونڊ خليفہ محمد عيسيٰ عرف مجاهد چنہ جي نگراني ۾ ٿيون.

** پهرين جنوري تي برانچ ڪوٽڙي ۾ ج.ا.م ضلعي عهديدارن پاران چونڊون ڪيون ويون.

** ٻين جنوري تي شيخ ٽيئر ۾ بعد نماز مغرب ميلاد شريف جو پروگرام ۾ ٿيو، جنهن ڪي مولانا اصغر علي خطاب ڪيو.

** ج.ا.م برانچ هنگورجا ستي ۾ ضلعي باڊي ۽ خليفہ احمد بخش گلال جي زيرنگراني برانچ جا نوان عهديدار چونڊيا ويا.

** 19 ڊسمبر تي غفاري مسجد ميهڙ ۾خليفہ مجاهد چنہ جي زيرصدارت جلسو ٿيو، جنهن ڪي مولانا محمد عاشق لنڊ خطاب ڪيو.

### ج.ا.م صوبہ سنڌ طرفان ضلعي باڊيز جي انتخاب آخري مرحلي ۾

ج.ا.م صوبہ سنڌ جي عهديدارن جو اهم اجلاس سومر چنڙ ۾ صوبائي صدر جناب غلام مرتضيٰ چنڙ جي صدارت هيٺ ٿي گذريو، جنهن ۾ سمورن صوبائي عهديدارن شرڪت ڪئي، اجلاس ۾ صوبائي باڊي پاران سنڌ جي سمورن ضلعن جي سليڪشن لاءِگروپ وفد تشڪيل ڏنا ويا، جيڪي سال 2016ع جي لاءِ ضلعن جي چوندون ڪندا، وفد نمبر 1: جناب غلام مرتضيٰ چنڙ، جناب نعمت الله قريشي، جناب راؤ اجمل، جناب طارق مير صاحب ضلع ڪراچي ايسٽ، ويسٽ، سينٽرل، جنوبي، ملير، لانڊي، ڪورنگ ۾ چونڊ عمل جي نگراني ڪندا، وفد نمبر: 2 جناب قاضي مشهود احمد قريشي، جناب مشتاق احمد سومرو ضلع دادو (1)، (2)، ڄامشورو، حيدرآباد، ٽنڊو محمد خان ۾ ج.ا.م جي ضلعي باڊي جي چونڊ ڪندا. وفد نمبر: 3 جناب مولانا ديدار حسين ڪوهارو، جناب طفيل احمد ابڙو، ضلع گهوٽڪي، سکر، خيرپور ۽ نوشهروفيروز، شهيد بينظيرآباد (1) ۽ (2) ۾ ضلعي باڊي جي سليڪشن ڪندا. وفد نمبر : 4 جناب محمد اسماعيل چنہ، جناب غضنفر جوکيو، ضلع سانگهڙ، عمرڪوٽ، ميرپورخاص، ٽنڊو الهيار ۽ مٽياري، وفد نمبر: 5 جي دوستن جناب ذوالفقار جوڻيجو، ضلعي لاڙڪاڻو، قمبرشهدادڪوٽ، سجاول ۽ ٺٽو ضلعن، جڏهن تہ وفد نمبر:6 جناب ڊاڪٽرسعيد احمد اعوان، جناب مخدوم محمد اعظم،ضلع جعفرآباد، نصيرآباد، جيڪب آباد، ڪشمورڪنڌڪوٽ، شڪارپور جي ج.ا.م ضلعي باڊي تشڪيل ڏيڻ جي عمل ۾ مصروف آهن.

**رپورٽ: مشتاق احمد سومرو معاون ج س ج.ا.م صوبہ سنڌ**

**رپورٽ وفد نمبر** 326 انچارج اطهر علي طاهري پاران ماهہ ربيع الاول ۾ 14 ڪان مٿي پروگرام منعقد ڪيا ويا.

**رپورٽ: انچارج وفد** 122

انچارج وفد نمبر 122: فقير مظهر حسين چنہ، 27 ڊسمبر تي خليفہ ختاراحمد، فقير مظهر چنہ، فقير شبير شاهہ، سندس فرزند ابصر پاران هوسڙي ۾ دوستن سان ملاقات ڪئي وئي. مرشد ڪريم جي محبت جو درس ڏنو ويو.

## يوم وصال تي تقريب

6 ربيع الاول تي يوم وصال جي سلسلي ۾ جامعہ عربيہ غفاريہ جي انتظاميہ پاران درگاهہ الله آباد شريف ۾ بعد نماز فجر قرآن خواني، بعد نماز عصر تا مغرب تقريب ٿي، جنهن ۾ حضرت سهڻا سائين جي ياد ۾ منقبت پڙهيون ويون، جڏهن تہ علامہ اسرار احمد طاهري خطاب ڪيو، بعد ۾ لنگر تقسيم ڪيو ويو.

## 12 ربيع الاول تي جشن ميلاد النبي جلوس

12 ربيع الاول تي جمعيت علماءِ طاهريہ پاران جماعت اهل سنت ميلاد مصطفيٰ ڪاميٽي جي سهڪار ضلعي صدر مولانا اسرار احمد طاهري، مولوي ساجد احمد فاروقي، مولوي محمد عاشق عباسي، مولوي عزيز الرحمٰن ۽ ٻين جي اڳواڻي ۾ صبح جو 10 وڳي جلوس ڪڍيو ويو، جيڪو شهر جي مختلف جاين تان گذرندو مغرب ڌاري واپس درگاهہ الله آباد شريف پهتو، جتي حضرت سهڻا سائين عليه الرحمة جي مزار تي دعا گهري وئي، جلوس ۾ درگاهہ لوڙهائي فقير جي گادي نشين پير شهاب الدين قادري، علامہ پروفيسر شبير حسين شاهہ خصوصي طور تي شرڪت ڪئي. جڏهن تہ شهر ۾ مختلف جاين تي جلوس جي زبردست آجيان ڪئي وئي، جلوس ۾ مختلف شهرن مان سوين ماڻهن شرڪت ڪئي.

**رپورٽس: وفا شر طاهري**

## ميلاد النبي جلسو

تاريخ 5 جنوري تي ج.ا.م برانچ سهرابيہ مسجد دادوءَ ۾ عظيم الشان ميلاد مصطفيٰ ﷺ جو جلسو ٿيو، جنهنڪي خصوصي خطاب مولانا قاري عاشق علي راڄپر ڪيو، جماعت ۽ شهرين جي وڏي انگ شرڪت ڪئي.

***رپورٽ: راحيل احمد ميمڻ پ س برانچ سهرابيہ مسجد***

## انچارج وفد نمبر 113 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 113 مختار احمد ٽانڙي پاران پهرين جنوري تي وفدجي ميمبر مولوي غلام قادر مهر جي موتيہ مسجد ۾ پروگرام ڪيو ويو، ڪثير تعداد ۾ جماعت شرڪت ڪئي، مولانا مختار احمد طاهري، مولانا غلام مصطفيٰ لنڊ بودلي انڙ جي ڳوٺ ۾ پروگرام ڪيو ويو، آخر ۾ درگاهہ شريف جو تعارف ڪرايو ويو.

***مختار احمد ٽانڙي طاهري انچارج وفد نمبر 113***

## انچارج وفد نمبر 102 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 102 غلام مجتبيٰ راهوجو پاران ربيع الاول مهيني ۾ پروگرامن جو تعداد 50 رهيو، جنهن ۾ هڪ روحاني پروگرام 11 ربيع الاول جي رات جامع انوار المصطفيٰ مسجد اسپتال روڊ تي منعقد ڪيو ويو، جنهن ۾ ديني مدرسن توڙي اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽي جي شاگردن جي وچ ۾ ڪوئيز ڪامپيٽيشن، تقرير مقابلي جو اهتمام ڪيو ويو، جڏهن تہ درس قرآن بہ ڏنو ويو، آخر ۾ ڪامياب ٿيندڙن کي انعام پڻ ڏنا ويا.

***غلام مجتبيٰ راهوجو طاهري انچارج وفد نمبر 102***

## انچارج وفد نمبر 147 جي رپورٽ

انچارج وفد نمبر 147 فقير حبيب الله ميمڻ پاران دالي شهر ۾ 14 پروگرام منعقد ڪيا ويا، جڏهن روزانہ بغير ڏينهن جي وقفي جي بعد نماز فجر پريا بس اسٽاپ واري مسجد ۾ درس مراقبہ ٿيندو آهي، گلاباڻي محلہ ۾ 15 پروگرام ترتيب ڏنا ويا، ان کان علاوه رستي تي پڻ تبليغ جو سلسلو جاري رکيو ويو.

***حبيب الله ميمڻ انچارج وفد نمبر 147***

## انچارج وفد 189 حضور علي جوکيو جي رپورٽ

ر.ط.ج ۽ ج.ا.م مڪلي پاران آڪٽوبر کان ڊسمبر 2015ع تائين مڪلي ۽ پرپاسي ۾ 42 کان مٿي پروگرام منعقد ڪيا ويا، جڏهن تہ ساليانہ عرس مبارڪ تي مڪلي ۽ آسپاس مان مستورات سميت 4 وينن تي جماعت شريڪ ٿي، جڏهن تہ ٺٽي ضلعي مان 28 گاڏين جو قافلو عرس مبارڪ جي تقريبن ۾ شرڪت ڪئي.

***پاران: ج.س. برانچ مڪلي***

## انچارج وفد: 233 مولانا اعجاز احمد طاهري جي رپورٽ

25.11.2015 تي مٽياري ويجهو ڳوٺ غلام حيدر جويو جي جامع مسجد ۾ پروگرام ٿيو. *ڳوٺ خليفہ يار محمد ۾ نون دوستن سان ملاقات ڪري ساليانہ عرس مبارڪ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليہ ۾

شرڪت جي دعوت ڏني وئي.* 27 ۽ 28 نومبر تي بوهريون ڳوٺ ۾ حافظ حبيب الله سهتو طاهري جي ميزباني پروگرام ٿيو، ان موقعي تي حيدرآباد کان بابر علي ميمڻ ۽ اڪبر علي قريشي خاص طور تي شرڪت ڪئي.* پهرين کان 4 ڊسمبر تائين روزانو مغرب کان عشاءِ نماز تائين ڳوٺ ٻچل ورياهه نزد اڏيرو لعل اسٽيشن ۾ پروگرامن جو اهتمام ڪيو ويو، جنهن ۾ عاجز اعجاز احمد ورياهه پاران شرڪت ڪندڙن کي ضروري مسائل ۽ سيرت النبي جي متعلق بيان ٻڌايو ويو. * 5 ڊسمبر تي خصوصي پروگرام ۾ خليفه اميربخش مري ۽ ڊاڪٽر عبدالحميد ميمڻ، فقير هارون احمد ڪلهوڙو، بابر علي ميمڻ پڻ ڪنڊيارو، حيدرآباد مان دوستن سميت خصوصي طور شرڪت ڪئي. * ڳوٺ هاشم ساند ۾ جمع نماز تي جلسو ٿيو. * هالا ويجهو ڳوٺ آچن شاهه ۾ عصر بعد پروگرام ٿيو. * ڄام نواز علي ۾ مولانا محراب طاهري جي ميزباني هيٺ پروگرام ڪيو ويو، ساڳئي ڏينهن تي خليفه اميربخش مري جي ڳوٺ رب ڏنو مري ۾ پڻ پروگرام ٿيو. * 23 ڊسمبر تي ٽنڊو آدم ويجهو ڳوٺ احمد ٻرڙا ۾ پروگرام ٿيو، جنهن ۾ ڪثير جماعت شرڪت ڪئي. * 24 ڊسمبر تي اڏيرولعل اسٽيشن ۾ پروگرام منعقد ڪيو ويو، خليفه حاجي بلال ڪوسو پاران نون دوستن کي قلبي ذڪر جو وظيفو ڏنو ويو. * 2 کان 3 جنوري تي اڏيرولعل کان حيدرآباد تائين سفر دوران وين توڙي ريل گاڏي ۾ نون دوستن کي درگاهه شريف جو تعارف ڪرايو ويو.

***رپورٽ: اعجاز احمد ورياهه/اڏيرو لعل***

## انچارج وفد نمبر 104 جي ته ماهي رپورٽ

ج.ا.م برانچ ٻيٽو جتوئي تعلقو ميهڙ، ج.ا.م برانچ رشيد ساند گل سولنگي، ج.ا. م برانچ قاضي محله سيوهڻ شريف ۾ هفته وار پروگرام رضويه مسجد ريلوي ڪالوني خانپور روڊ ڪوٽڙي ۾ هر آچاري تي بعد نماز مغرب کان عشاءِ، هفته وار جمعة المبارڪ بمقام نوراحمد سومرو طاهري، مريم گارڊن ڪوٽڙي ۽ مختلف مقامن ۾ ٿيندڙ پروگرامن جو ڪل تعداد 39 آهي. ***رپورٽ: خليفه محمد عيسيٰ چنه عرف مجاهد چنه***

## انچارج وفد نمبر 326 جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع قمبرشهدادڪوٽ جون 31 برانچن ۾ تنظيمي ۽ تبليغي ڪم زورشور سان هلي رهيو آهي، الحمدلله گذريل 6 مهينن دوران شهر ۽ پرپاسي جي علائقن ۾ 109 پروگرام منعقد ڪيا ويا، مختلف موضوعن تي پروگرام منعقد ڪيا ويا. سلسله عاليه نقشبنديه جي سالارن جا ڏهاڙا پڻ ملهايا ويا،جماعت جي دوستن ۾ الطاهرالاصلاح جا رسالا تحفة ڏنا ويا. ***رپورٽ: اطهر علي ابڙو ف س ج.ا.م ضلع قمبرشهدادڪوٽ***

## سيدي و مرشدي حضور قبلہ عالم جن جي تشريف آوري

7 نومبر تي سيدي و مرشدي حضور قبلہ عالم محبوب سجڻ سائين مدظلہ العالي جن هن عاجز جي گھر ۾ تشريف فرما ٿيا. پاڻ ڪجھہ دير قيام فرمايو ۽ دعا فرمائي. **رپورٽ: محمد اظھر سوھو/خيرپور**

## ج.ا.م ضلع نوشھروفيروز جي رپورٽ

29 آڪٽوبر تي ج.ا.م ضلع نوشھروفيروز پاران درگاھ الله آباد شريف ۾ هيپاٽائٽس B.& C چيڪ اپ ۽ ويڪسين لاءِ ميڊيڪل ڪيمپ جو اهتمام ڪيو ويو، 200 طالب علمن جو چيڪ اپ ڪيو ويو، جن کي ويڪسين ڪئي وئي. پھرين نومبر تي دادو ۾ صوبائي مجلس عاملہ جي اجلاس ۾ حضور قبلہ عالم پاران ج.ا.م ضلع نوشھروفيروز جي صدر جناب عبدالله سولنگي کي بھترين صدر ۽ طارق منگي کي بھترين ج. س جي مجتاطور شيلڊ ڏني وئي. دربار شريف تي هيپاٽائٽس جي ٻئي ڊوز لاءِ ڪيمپ لڳائي وئي، 13 ڊسمبر تي غوثيہ مسجد باقرشاھ محلہ ڪنڊيارو ۾ نئين سال 2016ع لاءِ سليڪشن ڪئي وئي.

***رپورٽ: طارق حسين منگي ج.س. ج.ا.م ضلع نوشھروفيروز***

## ج.ا.م ضلع خيرپور جي رپورٽ

ج.ا.م ضلع خيرپورپاران ميلاد النبي جي سلسلي ۾ 30 روزه پروگرامن جو شيڊيول پڌرو ٿيل آهي، جنهن موجب 10 جنوري تائين پروگرام جاري آهن، ٽوٽل برانچز ۾ 18 تبليغي وفود روانا ڪيا ويا، 15 ربيع الاول تي خليفہ اسرار احمد سان گڏجي ج.ا.م ضلع خيرپور جي صدر محمد اقبال سوهو پاران پنجاب جي رحيم يارخان، خانپور، بھاولپور ۽ ٻين ۾ تبليغي پروگرام منعقد ڪيا ويا، جماعت جي پليٽ فارم تان خيرپور شھر ۾ خواتين پاران 15 ڪان وڊيڪ پروگرام ڪيا ويا، جنهن ۾ صرف عورتن پاران ئي نعت، منقبت، مراقبو جو اهتمام ڪيو ويو، ج.ا.م ضلعي باڊي پاران اڳوڻي ضلعي عھديدار انيس احمد پناڻ جي اھليہ پاران ورتل ڪوششن جي نتيجي ۾ خيرپور ضلعي ۾خواتين جا پروگرام منعقد ٿي رهيا آهن. 14 ربيع الاول تي گلال محلہ هگورجا ۾ بھترين محفل نعت جو پروگرام ٿيو، جنهن ۾ شبير احمد نيازي نعت رسول مقبول پيش ڪئي. چانگ محلہ هگورجا ۾ ضلعي مجلس عاملہ جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ ضلعي باڊي لاءِ نوان عھديدارچوندياويا، ضلعي خيرپور ۾ ٺري ميرواھ تعلقي جي ڳوٺ عبدالرحيم شر ۾ نئين برانچ جي اضافي سان 34 برانچن جي سليڪشن جو مرحلوجاري آهي.

***رپورٽ: محمد اقبال سوھو/صدر ج.ا.م ضلع خيرپور***

# انتقال پرملال

**الاصلاح** پبلڪيشن پاران الاصلاح جي سب ايڊيٽر طاهري عبدالله ڪوڪر جي سس ۽ ماسي جي وفات، ج.ع. ط جي صوبائي صدر مولانا ديدار حسين طاهري جي ماسي جي وفات، خليفه عبدالقادر چانڊيو جي والد صاحب جي وفات، ج.ا. م ضلع مٽياري جي مصالحتي ڪاميٽي جو ميمبر حاجي عابد سمون جو ڀاءُ خادم حسين سمون جي وفات تي، ج.ا. برانچ سهرابيه مسجد جي ميمبر جناب طفيل احمد ميمڻ جي چاچا محمد حسين ميمڻ جي وفات، درگاهه فقير پور شريف جي معزز مولانا محمد ابراهيم عباسي جي وفات، ج.ا.م ضلع لاڙڪاڻي جي پريس ترجمان نوراحمد هيسباڻي جي چاچي عطا محمد هيسباڻي جي وفات، محترم غلام مصطفيٰ بوزدار جي امڙ جي وفات، جامع مسجد رضويه جي خطيب مولانا عبدالله بروهي جي امڙ جي وفات، ج.ا.م ضلع دادو(1) جي آڊيٽر فداحسين چانڊيو جي والد امام الدين چانڊيوجي وفات، ڊاڪٽر خادم حسين راڄپر جي ڀاڄائي جي وفات، جامعه عربيه غفاريه جي طالب علم امين سولنگي جي ڀاءُ راشد سولنگي جي وفات، اظهار سولنگي جي ڀاءُ اطهر سولنگي جي وفات تي جمله مسلمان ڀائرن ۽ ڀينرن بالخصوص پير ڀائرن جي اوچتي لاڏاڻي تي گهري غم ۽ ڏک جو اظهار ڪندي، جمله عزيزن ۽ رشتہ دارن سان تعزيت ڪريون ٿا.

**انا لله وانا اليه راجعون**

ڏٽي در دعا آهي ته شال الله تعالىٰ مرحومين کي غريق رحمت فرمائي. (آمين)

**ادارو**

## ❀ ❀ الاصلاح پير مٺا سائين نمبر ❀ ❀

**سلسليوار الاصلاح پاران حضرت خواجه محمد عبدالغفار فضلي المعروف پير مٺا سائين جن جي ساليانه عرس مبارڪ جي مناسبت سان انشاءَ الله مارچ 2016ع ۾ حضرت پيرمٺا سائين نمبر شايع ڪيو پيو وڃي. پڙهندڙن کي گذارش تي ڪجي ته پنهنجون لکڻيون، مضمون الاصلاح جي ڏنل ايڊريس تي جلد کان جلد موڪلين ته جيئن ڪين نمايان جڳهه ڏئي سگهجي.**

**ادارو**

# سوالن جا درست جواب

جواب:(1) سرهند شريف (هندستان)
جواب: (2) خيبر پختونخواهہ
جواب: (3) 11 آگسٽ 2015ع
جواب: (4) 14 صفر المظفر
جواب : (5) ہزاروں سال نرگس اپنی بے نوری پر روتی رہی .
(علامه اقبال رح)

# انعامي سلسلي ۾ ڪوپن پريندڙ دوستن جا نالا

حافظ محمد امين راڄپر، ڳوٺ جان محمد تمراٽي ڪنب، حذيفہ محمد طاهري، امامہ زهريٰ جوڻيجو /نئون ديرو، مجاهد جوڪيو/ ٺٽو، عارف ميمڻ/ درگاهہ غريب آباد لاڙڪاڻو، آصف علي چاموٽ/ مدرسہ جامعہ انوار طاهريہ مٽياري، محمد صابر جت،محمد عمر سينهڙو، ساجن مري/ ٽنڊوالهيار، طيبہ طاهري، راحيل احمد ميمڻ، امين ميمڻ، محمد سعيد قريشي، محمد اجمل قريشي، عبيدالله ڪوڪر/دادو، طاهر نور، طيبہ نور هيسباڻي/بادهہ، ربنواز مري ڪاهي شهر، ريحان علي جکريجو، شهباز ڪريم جکريجو، سهيل احمد جکريجو، عبدالمجيد جکريجو،حافظ عبدالغفور جکريجو /مصري جکريجا، عبدالواحد خاصخيلي، اڪبر علي ميمڻ، غلام رسول ملاح، دلدار علي مشوري، ارسلان زاهد ميمڻ ميان پوٺا محلہ مٽياري، نصير احمد چاموٽ /لسٻيلہ بلوچستان، ميرمرتضيٰ راهمون /ٽنڊوالهيار، طالب حسين مگريو، گلزار احمد طاهري، خيرمحمد مشوري، غلام مصطفيٰ”اطهر ميمڻ، وسيم احمد مگريو، عمران مگريو، واحد بخش جکريجو، حافظ محمد يوسف ٽگڙ /مٽياري، عبدالڪريم آلڪاٽي /ٽنڊو غلام حيدر ماتلي، سراج الدين گورگيج، P/o وارهہ.

**انعام حاصل ڪندڙ خوشنصيب**

## ارسلان زاهد ميمڻ / مٽياري





# سوالن جا جواب ڏيو

هيٺ ڏنل ڪجهہ سوال رسالي مان ۽ ڪجهہ سوال عام معلومات جا ڏنل آهن، هيٺين سوالن جا درست جواب اوهان25 فيبروري 2016ع تائين الاصلاح جي ڏنل ايڊريس تي ڏياري موڪليو.

نوٽ: ڪوپن ڪانسواءِ حصو وٺندڙ کي انعامي مقابلي ۾ شامل نہ ڪيو ويندو، جڏهن تہ صحيح جواب اماڻيندڙن کي ڪڻي ذريعي انعام ڏنا ويندا. هي رسالو اوهان جو پنهنجو آهي، هن کي بهتر بڻائڻ ۽ عام ڪرڻ ۾ پنهنجي اخلاقي ذميواري محسوس ڪندا. (ادارو)

## سوال

سوال: 1 سيدنا غوث اعظم عبدالقادر جيلاني رح جي مزار مبارڪ ڪٿي آهي؟

سوال: 2 خليفہ احمد حسن لاشاري رح جي وفات ڪڏهن ٿي؟

سوال: 3 ڪشف المحجوب ڪهڙي بزرگ جو لکيل ڪتاب آهي؟

سوال: 4 گورک هل ڪهڙي ضلعي ۾ آهي؟

سوال: 5 پھلا پھولا رہے یا رب چمن میری امیدوں کا

شعر مڪمل ڪري شاعر جو نالو ٻڌايو.

## ڪوپن نمبر18

موڪليندڙ جو نالو: ____________________

ايڊريس: ____________________

جواب 1: ____________________

جواب 2: ____________________

جواب 3: ____________________

جواب 4: ____________________

جواب 5: ____________________

## *منقبت شريف*

**شاعر:”عاجز“رحمت الله لاشاري طاهري**

هِن پوري پاڪستان ۾، ڏسو جاچي ساري جهان ۾
اهڙو جلوو نوراني، سهڻي سچڻ جو ثاني،
ڪر سڏڙو ته ٿئي، مشڪل آساني،
رب خوبيون رکيون هِن جوان ۾،

1: ڪيئن ٿو نبيءَ جي دين کي جياري،
سبق شريعت وارا سيکاري،
اڄ تون فقيرپور، توڙي ڪنڊياري،
سچي محبت ملندئي ميدان ۾،

2: آهي نوازل پير مٺل جو،
صاحبزادو سائين سهڻل جو،
ڪري علاج ٿو، قلب مئل جو،
جيئن آهي لکيل قرآن ۾،

3: جيئن هونديون هِن سمنڊ جون چوليون،
تيئن هِت آهن ذڪر جون لوليون،
پوءِ پيلا پيو پِير چو ڳوليون،
لَڪَ رمزون سچڻ سلطان ۾،

4: عظمت جنهن انساني سيکاري،
جاري طريقت صوفين واري،
تڏهن ته گهورَ آ، خلق هيءَ ساري،
تعريف ڪيان چا شانَ ۾

5: اعليٰ طريقو نقشبندي آ،
فيضَ جِي اُنَ ۾ جاري ندي آ،
سهڻي ڳلي جنهن ڳولي لڌِي آ،
سو گهاري سدا شُڪرانَ ۾،

6: مون کي بي منهنجي قبلي ڪعبي،
پِير مِلايو، امڙ ۽ بابي،
”لاشاري عاجز“ تَن جي مُحابي،
آهي شامل ٿيو ثناخوانَ ۾،
ڏسو جاچي ساري جهان ۾

# خوشخبري

## الاصلاح پبليڪيشن دادو پاران

تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سنڌي زبان ۾

## حضرت امام رباني مجدد و منور الف ثاني

## شيخ احمد فاروقي سرهندي قدس سره

جن جي مڪتوبات شريف جو سنڌي ٻولي ۾ ترجمو ۽ شرح




شايع ٿي چڪو آهي.

مترجم ۽ شارح:

## حضرت علامه حبيب الرحمان گبول طاهري نقشبندي مدظلهٗ


رابطي لاءِ

وفا شر طاهري — 0300-3159721

غلام نبي ميمڻ — 0300-3273389